# سنڌي ٻوليءَ جي آتم ڪٿا



ستيش روهڙا

سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن
90، لڪشمي مارڪيٽ، اُلهاسنگر-3.

# SINDHI BOLI JI ATAM KATHA

By: Satish Rohra

SINDHI TIMES PUBLICATION
90, Laxmi Market,
Ulhasnagar- 421 003.
Tel.: 0251 - 2564000

Published by:
Suresh Paryani
for
The Sindhi Times Publication

Printed by:
Vishal Enterprises
Ulhasnagar - 421 004
Tel.: 9890274470

Sole Agent:
Jagdish Book Depot
Main Bazar
Ulhasnagar 421 002
Tel.: 0251-2700455

Price: Rupees One Hundred

Edition: Second

Year: 2007

AUTHOR'S ADDRESS:
5, Malir, Ward 4 - A,
Aadipur (Kutch) 370205. (Gujarat).
Ph: (R) (02836) - 262134

Cover Design
By: Kamal Kishmi



## ماتر ڀاشا

- ماتر ڀاشا، پنهنجي ساهتيه، پنهنجي اتهاس ۽ پنهنجي سنسڪرتيءَ کي ڏسڻ لاءِ هڪ دري آهي. اُهو شخص اَڀاڳو آهي جنهن لاءِ ماتر ڀاشا جي اُها دري بند آهي.

- ستيش روهڙا

هڪ ڀيرو وري . . .

’سنڌي ٻوليءَ جي آتم ڪٿا‘ جو هيءُ سڌاريل ۽ وڌايل ڇاپو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ١٩٧١ ۾ ڇپيو هو. هن ڪتاب جي خاص خوبي اها آهي تہ هيءُ ’آتم ڪٿا‘ جي روپ ۾ لکيل آهي ۽ هڪ وڏي ڪهاڻيءَ وانگر ان جي رچنا ڪيل آهي، ان ڪري سنڌي ڀاشا جي اتهاس، رچنا ۽ لپيءَ جهڙا گنڀير وشيہ بہ سَولي نموني، ڪهاڻيءَ جي روپ ۾ سمجهايل آهن. ڀاشا سولي رکي ويئي آهي پر وڻندڙ ۽ عام محاورن جو چڱو استعمال ڪيو ويو آهي جيئن بيان وڻندڙ لڳي.

منهنجو سيني سنڌيءَ جي پيارن کي عرض آهي تہ پاڻ بہ هيءُ ڪتاب پڙهن ۽ پنهنجن ٻارن کي بہ ڪتاب پڙهڻ لاءِ همٿائين. ان حوالي ۾ مان جيڪر سنڌي اسڪول هلائيندڙ سيني سنستائن کي بہ عرض ڪريان تہ هو هن ڪتاب کي هر سنڌي وديارٿيءَ تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪن.

- ستيش روهڙا

# ٻوليءَ بابت ٻہ ٻول

قدرت سچ پچ ڪرامتن جو گهر آهي. قدرت جي هر هڪ پدارٿ ۾ انيڪ راز سمايل آهن. جي ڪير قدرت جي ٻولي سمجهي سگهي تہ قدرت جو هر ذرو ڪيس پاڻ بابت گهڻو ڪجهہ ٻڌائيندو. مثال طور توهين سمنڊ جي ڪناري تي بيٺا آهيو. ڪناري تي ڦهليل واريءَ ۾ توهان کي هڪڙو ننڍڙو گول پٿر نظر ٿو اچي. توهين ان کي کڻي پنهنجي ترِيءَ تي رکو. جي توهين ان پٿر جي ٻولِي سمجهي سگهو تہ هو توهان کي پنهنجي جيون بابت اِجهو هيءَ ڪهاڻي ٻڌائيندو :

’مان جنهن صورت ۾ هن وقت آهيان، اها سنهنجي اصلي صورت ڪانهي. اصل ۾ مان هڪ جبل جي ٻاهر نڪتل ڇپ هُئُس. سياري جي رات جي سخت ٿڌ مون کي سُسائي سوڙهو ڪندي هئي ۽ اونهاري جي ڏينهن جي سخت تَپت سبب منهنجو سرير وڌڻ لڳندو هو. هن لڳاتار سوس- واڌ سبب منهنجو جيءُ جُهري پيو ۽ سگهہ نہ هئڻ سبب مان پاڻ جهلي نَہ سگهيس ۽ ڦاٽ کان ڇجي ڌار ٿيس. ڦاٽ

تان وهندڙ ندي مون کي پاڻ سان گڏ گهلي هلي ۽ اچي
مون کي سمنڊ ۾ سٽيائين. بس، پوءِ ته مان ٻٽجي پيس
چتين چولين جي هٿن جو رانديڪو. هڪڙيءَ ڪٽي تي ٻيءَ
کي ڏنو ته ٻيءَ ٽپائي ٽيئن کي پهچايو. اهڙيءَ ريت
مان سڄو وقت اُنهن چولين جي هٿن ۾ ٽپندو رهيس.
انهيءَ ورزش مون کي گسائي گول ۽ پٽڪڙو ڪري ڇڏيو؛
ان سان گڏ مان لسو ۽ چمڪندڙ به ٿي پيس. ڪنهن وقت
هڪ چوليءَ مون کي ڏاڍي جوش مان ونئي اُڇلايو؛ ٻيءَ
چوليءَ جي هٿن ۾ پهچڻ کان اول ئي مان ٽپو ڏئي اچي
ڪناري تي ڪريس. اُتي ئي پيو هوس ته تو اچي ڪنيم.
آئينده بابت توکي ڇا ٻڌايان؟ جي گهر کٽي هلندين ته
تنهنجي ٻارڙن جي راند جو وسيلو ٿيندس پر جي تون
ٻي رکي ڏيکاري کٽي سمنڊ ۾ اُڇلائيندين ته، وري وچي چتين
چولين جي وَر چڙهندس. وري اهوئي نچڪو-ٽپڪو؛ نتيجو
اهو نڪرندو جو آخر وچي هڪڙو واريءَ جو ڪڻو رهندس!
ڪئن، ٻڌوَ هن ننڍڙي پٿر جي رام ڪهاڻي ؟
اهڙيءَ ريت نه رڳو پٿر پر قدرت جو هر ڪو پدارٿ توهان



کي پاڻ بابت گهڻو ڪجهه ٻڌائيندو.
هاڻي جي توهين سنسار جي ٻين پدارٿن کي
پاسيرو رکي، رڳو ٻوليءَ سان ڪي گهڙيون ويهي روح
رهاڻ ڪريو ته هوءَ توهان سان پنهنجي حياتيءَ جا اُهي
راز سليندي جن جي ٻڌڻ سان توهين ڏندين آڱريون
ڏيڻ لڳندا. مثال طور جي توهين ٻوليءَ کان سندس جنم
جو احوال پڇو ته هوءَ توهان کي ٻڌائيندي ته سندس
پيدائش بابت اڃا ڪجهه به پڪيءَ طور سان معلوم نه ٿي
سگهيو آهي. ڪن جي خيال موجب هوءَ ايشور جو اولاد
آهي ته ٻين جي راءِ موجب هوءَ رشين جي سنتان آهي.
ڪي ائين ٿا سمجهن ته جانورن ۽ پکين جي ٻيڪڻ،
رنڀڻ، ڀونڪڻ ۽ چهڪڻ جي نقل مان ئي ٻولي نڪري
نروار ٿي آهي، ٻين ڪن جي خيال موجب پورهيت
پورهيو ڪندي ٿڪ کي دور ڪرڻ لاءِ جيڪي 'ها - هو'
جا آواز ٿا ڪن، انهن آوازن ئي ٻوليءَ کي جنم ڏنو
آهي. ڪن جي راءِ آهي ته 'واهه - آهه' جهڙن اُمنگن جي
اِظهار ڪندڙ آوازن ۾ ٻوليءَ جي جنم جو ٻج

5

سمايل آهي، تہ ڪي وري ائين بہ ٿا ڀانئين تہ ڳائڻ انسان جي سياوَ جو انگ آهي ۽ ڳائڻ ئي ڳالهائڻ کي جنم ڏنو آهي. ڪي مدبر ائين ٿا مڃين تہ اول انسان رڳو گونگن جيان اِشارا ڪندو هو، پوءِ ڪن عالمن ويهي اِشارن لاءِ آواز گهڙيا. مطلب تہ جيترا آهن وات اوتريون آهن ڳالهيون؛ جيترا آهن مَٿا اوترا آهن مَتا. حاصل مطلب اهو آهي تہ ٻوليءَ جي جمڻ جو مسئلو هڪ اهڙي پرولي آهي جنهن جو صحيح حل اڃا تائين ڪو بہ اِنسان ڳولهي نہ سگهيو آهي.

هيءُ تہ آهي رڳو ٻوليءَ جي جمڻ بابت سماچار؛ سندس وڌڻ-ويجهڻ، شڪل-شبيه ۽ رنگ-روپ بابت احوال بہ جادوئي افساني کان گهٽ دلچسپ نہ آهي. ورِي جي عام ٻوليءَ کي ڇڏي توهين ڪنهن خاص ڪنڊ، ملڪ يا خاندان جي ٻوليءَ کان خبرچار وٺندا تہ اها بہ خاصي مزيدار هوندِي. مثال طور چيني ٻوليءَ جي هڪڙي ئي خاصيت ٻڌڻ سان توهان جو وات ڦاٽي ويندو تہ چار دفعا جدا جدا نمونن سان جي 'ٻٻٻٻ' اُچارجي تہ ان جون



چار جدا معنائون نڪرنديون - 'اِستري'، 'راجا'، 'خوشامدڙيا' ۽ 'ڪن مهٽ ڪرڻ'. چيني ٻولي توهان کي اهو ٻڌائي بہ اچرج ۾ وجهي ڇڏيندي تہ چيني ٻوليءَ ۾ عام گرامر ٿئي ئِي ڪو نہ! ڀلا، توهان کي اهو ٻڌي گهڻ عجب لڳندو تہ جڏهن هندِي، سنڌِي وغيره ٻولين ۾ لفظن جون رڳو ٻہ جنسون ٿين ٿيون (جنس مونث ۽ جنس مذڪر) تڏهن 'ڪاڪيشي' خاندان جي 'چيچين' ٻولِيءَ ۾ لفظن جون ڇهہ جنسون ٿين ٿيون!

مٿين سموري اُپٽار جو مطلب اهو ئي آهي تہ سنسار جي هرهڪ ٻوليءَ جِي پنهنجي جدا جيوَن- ڪهاڻي آهي ۽ هر ڪنهن ٻوليءَ جِي جيوَن - ڪهاڻي ڪافي مزيدار ۽ معنيٰ ڀري آهي. ان اُصول موجب اسانجي سنڌي ٻولي، اسانجي مادرِي زبان، اسانجي اَمڙ پڻ اندر ۾ ڪيترائي راز سانڍي ويٺي هوندي. جي اِئين آهي تہ پوءِ ڇونہ ٻين ٻولين کان اول سندس جيوَن-ڪهاڻي، سندس ئي زِبان مان ٻڌون ؟ اِجهو هيءَ آهي سنڌيءَ جي آتم ڪهاڻي جا هوءَ پنهنجيءَ زِبان سان پنهنجن ٻچڙن سنڌين کي ٻڌائي رهي آهي.

# سنڌيءَ جو بُڻُ - بُنياد

منهنجا پٽڙا سنڌي، اچو تہ اچ مان-توهانجي ماتا - سنڌيِ ٻولي، توهانکي پنهنجي جيوَن-کهاڻي ٻڌايان. هوئن بہ پنهنجيءَ ماءُ جي اصل-نسل جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ اولاد جو فرض آهي.

اها تہ اوهانکي ڄاڻ آهي تہ سڄي سنسار ۾ ٻولين جا ڪل ١٢-١٣ خاندان يا ڪُل آهن. منهنجو جنم جنهن ڪل ۾ ٿيو آهي اهو ٻولين جي سڀنيِ ڪُلن ۾ مشهور آهي. ائين تہ هرڪو پاڻ کي وڏي هستي سمجهندو آهي پر هيءَ سڪٽي خود - ثنائي نہ آهي. دنيا جا مڙيئيِ مدبر ان ڳالهہ ۾ يڪراءِ آهن تہ هيءُ ڪل مِڙنيِ ڪلن ۾ شريشٽ آهي. هن ڪل جي مشهوريءَ جا گهڻائي ڪارڻ آهن. هن ڪل جو وستار سڄي سنسار تائين ڦهليل آهي. دنيا جو اڌو ڪو بہ ڀاڱو مشڪل ليندو جنهن ۾ هن خاندان جا ياتيِ (ڳالهائيندڙ) نہ هجن. وري هيءُ خاندان آهي بہ ڏاڍو وسيع. جيترا هن ڪل جا ياتي (ڳالهائيندڙ) آهن، اوترا ٻئي ڪنهن بہ خاندان جا ڪونهن. سيتا خواہ سنسڪرتيءَ جي خيال ڪان بہ هن ڪل جو ٻول بالا رهيو آهي. هن خاندان جي فردن ڪيتري عرصي تائين دنيا جي وڏي حصي تي راڄ ڪيو آهي.

هن خاندان جي اهميت ان ڪري بہ وڌيڪ آهي جو جيترا ڪهنا اُهڃاڻ هن خاندان جا ملن ٿا اوترا ٻئي ڪنهن بہ خاندان جا ڪونہ ٿا ملن. اهو ئي ڪارڻ آهي جو جيتري ڪڇ-ماپ ۽ ڇنڊ ڇاڻ هن خاندان جي ٿي آهي اوتري ڪنهن ٻئي خاندان جي ڪانہ ٿيِ آهي.

اڙي، پنهنجي ڪل جي هيڏيِ وڏائي ڪري ويس پر اجا تائين توهانکي پنهنجي ڪل جو نالو تہ ٻڌايم ئي ڪونہ! پر ٻڌايان بہ ڪيئن؟ ڪو هڪ نالو هجي تہ ڪٽي ٻڌايان، هتي تہ آهن انيڪ نالا! جيئن وڻندڙ هار جا گهڻائي نالا ٿيندا آهن تيئن هن ڪل جا بہ گهڻائي نالا آهن، ڇو تہ پاشائن جو هيءُ ڪل پاشا وگيانين جو لاڏلو ڪل آهي.

هن خاندان جو پراڻو نالو آهي - 'انڊو-جرمنڪ'.

هيءُ نالو ان ڪري ڏنو ويو جو هن خاندان جي اوڀر واريءَ حد تي ڀارتي ۽ اولهه واري حد تي جرمن ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. پر هيءُ نالو اڻ پورو هو ڇو ته هن نالي سبب اِٽلي، فرانس، اسپين وغيره ملڪن جي ٻولين جو هن خاندان ۾ بيان نٿي آيو. اڄ به جرمنيءَ جا ودوان هن ڪل کي انڊو - جرمنڪ ئي سڏيندا آهن.

ان کان پوءِ هن خاندان کي 'آريه ڪل' جي نالي سان سڏيو ويو، پر اهو نالو به گهڻو وقت هلي نه سگهيو. ان جو مکيه ڪارڻ اهو هو جو 'آريه' نالو هن ڪل جي هڪ اُپ ڪل لاءِ بهتر سمجهيو ويو.

ائين ته هن ڪل لاءِ 'انڊو-ڪيلٽڪ'، 'جيفيٽڪ'، 'ڪاڪيشي' ۽ 'انڊ-هٽائيٽ' نالا به ڪم آيا آهن پر هن ڪل جو گهڻو مشهور ۽ عام چالو نالو آهي 'انڊو-يورپين' يا 'ڀاروپيه' ڪل. هيءُ نالو ٻڌائي ٿو ته هيءُ ڀارت ۽ يورپ جي ٻولين جو خاندان آهي. هيءُ نالو به عيبن کان آجو ڪونهي. هن نالي مان اهو وهم ٿو جاڳي ته هن خاندان جون ٻوليون رڳو ڀارت ۽ يورپ ۾



ڳالهيون وڃن ٿيون، پر اها حقيقت نه آهي. هن خاندان جون ٻوليون آمريڪا، آفريڪا، نيوزيلينڊ وغيره ديشن ۾ به ڳالهايون وڃن ٿيون. نه رڳو ايترو پر ڀارت خواهه يورپ ۾ به ڪيتريون اهڙيون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون جيڪي هن خاندان جون نه آهن، جيئن ڀارت جون تامل، تيلگو، ملايلم وغيره ٻوليون هن خاندان جون نه آهن، پر ان هوندي به هن نالي ۾ ٻين نالن جي بنسبت گهٽ نقص آهن. ان ڪري جيستائين ڪو ٻيو وڌيڪ ٺهڪندڙ نالو ملي، تيستائين اهو نالو ئي بهتر آهي.

ڪيئن ٻچڙا، پنهنجيءَ ماتا جي خاندان جي نالي جي هيتري اُپٽار ٻڌي ٿڪا ته نه آهيو ؟ نه، ٿڪبا ڪيئن ؟ پنهنجي اصل نسل جي ڄاڻ ڪنهن کي ٿڪائيندي ؟ چڱو اڳتي ٻڌو -

ٻولين جو هيءُ خاندان ڏاڍو پراچين آهي. هن جي پراچينتا بابت پڻ ودوانن ۾ متڀيد آهي. ڪن جي خيال ۾ هيءُ خاندان لکين سال پراڻو آهي ته ڪن ٻين جي ويچار موجب هن خاندان جي عمر ٨ هزار سال

آهي؛ پر گهڻن عالمن جو رايو آهي تہ هيءُ ڪل ۴-۵ هزار جهونو آهي.

اهو ڪوڙو اڃا ڪير بلڪل پوري نموني پڪي نہ سگهيو آهي تہ اُها 'آدي ماتا' ڪير هئي جنهن مان هيءُ خاندان شروع ٿيو. توهين پڇندا تہ خاندان جو بڻ بنياد ڳولهڻ لاءِ رڳو 'ماتا' جي ئي پڇا-ڳاڇا ڇو ٿي ڪجي؟ 'پتا' جو بہ پتو ڇو نہ ٿو لڳائجي؟ هائو، توهان جي شنڪا صحيح آهي. توهان کي اهاڻ آهي تہ اڏڪار جي خيال کان سماج ۾ ٻن قسمن جا ڪٽنب ٿين ٿا. هڪڙن کي چئبو آهي 'ماتري ڪٽنب' يا 'ماءُ وارا ڪٽنب' ۽ ٻئي کي چئبو آهي 'پتر ڪٽنب' يا 'پيءُ وارا ڪٽنب'. ماءُ واري ڪٽنب ۾؛ ڪٽنب جي مٿان ماءُ جو ضابطو هوندو آهي. ماءُ جي نالي سان ئي ڪٽنب سڏبو آهي، ٻارن کي نالو، ورثو، ماءُ کان ئي ملندو آهي. پيءُ واري ڪٽنب جي مٿان پيءُ جو ئي اڏڪار رهندو آهي. ٻارن کي نالو، ورثو وغيره پيءُ وٽان ئي ملندا آهن. اڄ ڪلهہ جيتوڻيڪ مکيہ طرح سان پيءُ وارا ڪٽنب ئي نظر اچن ٿا مگر ڪيترين آديواسي جاتين ۾



اڃا تائين ماءُ وارا ڪٽنب موجود آهن. ٻولين جا ڪل يا خاندان بہ 'ماتري ڪٽنب' جيان آهن. ٻولين جي پيدائش ۾ رڳو ماءُ جو ئي نالو ورتو ويندو آهي. 'ماءُ ٻوليءَ' جو ئي نالو، گڻ ۽ ورثو سندس 'ڌيءُ ٻوليءَ' کي ملندا آهن. پيءُ ۽ پٽ ناني وارا جيڪو ٻولين جي پيدائش ۾ ٿين ئي ڪو نہ!

ها، سو ڳالهہ ٿي ڪيم تہ اُن 'ماتا' جي پوري پڇاڻ اڃا نہ ٿي سگهي آهي جنهن ماتا ٻوليءَ 'انڊو-يورپين' خاندان کي جنم ڏنو آهي. البت ائين آهي تہ ڀاشا وگيانين سندس اولاد (انڊو-يورپين خاندان جون موجوده ٻولين) جي شڪل- شبيہ، گڻ- لڇڻ، خصلتون ۽ خاصيتون جاچي ان خاندان جي ماتا ٻوليءَ لاءِ گهڻائي رايا ڏاهيا آهن، ڪيترائي نتيجا ڪڍيا آهن ؛ ڀاشا وگيانين جي انهن راين ۽ نتيجن کي وڏي اهميت آهي ڇاڪاڻ جو اُهي نتيجا عقل ۽ ترڪ جي آڌار تي نڪتل آهن. نہ رڳو ايترو پر اُنهن ودوانن، موجوده ٻولين جي آڌار تي ان ماتا ٻوليءَ جي خيالي رچنا بہ ڪئي آهي، پر

ان هونديءَ بہ ان ڳالھ، تي اجا بحث پيا ٿا هلن تہ ان ماتا ٻوليءَ جو صحيح نالو ڇا ٿئي، اها ٻولي ڪڏهن ڳالهائي ويندي هئي، ڪٿي ڳالهائي ويندي هئي.



ودوانن ان جاتيءَ جو نالو رکيو آهي 'وِروس' اها جاتي ان وقت جيڪا ٻولي ڳالهائيندي هئي، اُها ٻولي ئي آهي انڊو-يورپين خاندان جي 'ماتا ٻولي'. اڄ تائين ان ماتا جي سنتان جون جيڪي بہ پيڙهيون ٿيون آهن، انهن کي گڏي 'انڊو-يورپين' خاندان ٿو سڏجي. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ ان ماتا ٻوليءَ مان اڄ تائين جيڪي بہ ٻوليون نڪتيون آهن، انهن مڙني ٻولين کي گڏي انڊو-يورپين خاندان ٿو چئجي.

توهان اهو ڏٺو هوندو تہ سماج ۾ هڪ ئي خاندان وارا انيڪ ڪٽنب ٿين ٿا. مثال طور ڳڏواڻي خاندان وارا انيڪ ڪٽنب يا گهر هوندا، بجاءِ سڏائڻ وارن جو بہ هڪ گهر نہ هوندو؛ ساڳيءَ طرح سان هڪ ٻوليءَ جي خاندان ۾ پڻ انيڪ ڪٽنب ٿين ٿا. جيئن خاندان وڏو ۽ پيڙهيون گهڻيون، تيئن ڪٽنب گهڻا. انڊو-يورپين ڪل تہ مڙني ڪلن ۾ وڏو ڪل آهي ان ڪري هن ڪل ۾ ڪٽنب يا 'اُپ ڪل' بہ گهڻا آهن.

ان ماتا ٻوليءَ کي ڏهہ ڏيئر ٿيون - هر هڪ ڌيءُ

پنهنجو جدا ڪٽنب ٺاهيو جيڪو ان جي ئي نالي، پنيان سڏجڻ ۾ آيو. انهن ڏهن ڏيئرن جا جي ڪٽنب ٺهيا، اُهي سڻا :

١. ڪيلٽڪ، ٢. جرمنڪ، ٣. لئٽن، ۴ گريڪ، ٥. توخاري، ٦. البانڪ، ٧. بالٽڪ، ٨. سلاوونڪ ٩. آرمينڪ، ١٠. آريہ

پهرين ٥ پينرن جي شڪل-شبيه ۽ وهنوار-ويچار ۾ گهٽي هڪ جهڙائي هئي، ان ڪري انهن پنجن پينرن يعني پهرين ٥ ڪٽنبن کي گڏي نالو ڏنائون ’ڪينتم سموه‘، ساڳيءَ طرح سان پوين ٥ پينرن ۾ گهٽين ئي ڳالهين ۾ هڪ جهڙائي هئي ان ڪري انهن پنجن پينرن يعني پوين ٥ ڪٽنبن کي گڏي نالو ڏنائون ’شتم سموه‘. ’ڪينتم‘ خواه ’شتم‘ ٻنهي لفظن جي معنيٰ آهي ’١٠٠‘. ڳالهہ هيئن آهي تہ ’ڪينتم‘ مجموعي جي ٻولين ۾ ’١٠٠‘ انگ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ ’ڪينتم‘ لفظ سان ميل کائيندڙ هئا، ان جي اُبتڙ شتم سموهہ ۾ ١٠٠ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ ’شتم‘ لفظ سان مشابهت رکندڙ هئا.



ڪن ودوانن جو اهو رايو آهي تہ ’هِٽائيٽ‘ پڻ ان مول ماتا جي هڪڙي ڌيءُ آهي پر گهڻا عالم ان رائي جا آهن تہ ’هِٽائيٽ‘ ان مول ماتا جي ڌيءُ نہ پر پيڻ ٿئي.

هائو ٻچڙا، مان توهان جو سوال سمجهان ٿي. توهين پڇڻ ٿا چاهيو تہ اندو-يورپين ڪل جي هيترن ڪٽنبن مان منهنجو ذاتي واسطو ڪهڙي ڪٽنب سان آهي؟ منهنجيءَ پيدائش جو واسطو ’شتم‘ سموه جي ’آريہ‘ ڪٽنب سان آهي. ’آريہ‘ ڪٽنب اندو-يورپين ڪل جو هڪڙو هاڪارو ڪٽنب آهي. هن ڪٽنب کي ’پارت-ايراني اُپ ڪل‘ بہ چيو ويندو آهي. انجو مکيہ ڪارڻ اهو آهي تہ هن اُپ ڪل جا پاتي (ڳالهائيندڙ) مکيہ طرح سان پارت ۽ ايران ۾ ئي وسيل آهن.

’آريہ‘ لفظ تہ توهان ٻڌو ئي آهي. آريہ لفظ جي معنيٰ آهي ’سڌريل‘ يا ’سڀيہ‘. حقيقت ۾ ’آريہ‘ هڪ جاتيءَ جو نالو آهي. چاڪاڻ جو هيءَ جاتي گهڻو سڌريل هئي ان ڪري ’آريہ‘ لفظ جي معنيٰ ٿي پئي آهي

’سڌريل‘ يا ’سيبہ‘ ۽ ’اڻ آريہ‘ معنيٰ ’اڻ سڌريل‘ يا ’جهنگلي‘. ’ايران‘ لفظ ’آرين‘ جو بدليل روپ آهي. اڄ کان ۴-۵ هزار سال اول اِهو هنڌ ’آريہ‘ جاتيءَ اَچي وسايو هو. ’آريہ‘ جاتيءَ جي نالي پٺيان ئي هن هنڌ تي ’ايران‘ نالو پيو. لڏ-پلاڻ ڪا رڳو اڄ-ڪلهہ ڪانہ ٿي ٿئي، پُراڻي زماني ۾ پڻ وڏي پئماني تي لڏ-پلاڻ ٿيندي هئي. چوڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ آريہ ڪٽنب پڻ ايران کان ٻاهر پکڙيو. ڀارت جهڙو ڀاڳيو ملڪ پر ۾ ڏسي آريہ جاتيءَ جي هڪ شاخ ڀارت ڏانهن رخ رکيو. اُتر-اولهہ جي ملڪن کان ٿيندا اُهي آريہ ڀارت ۾ داخل ٿيا ۽ ’سپت سنڌو‘ (ستن ندين جو ديش - هاڻوڪو پنجاب) ديش اچي وساياڻون. ڪجهہ وقت کانپوءِ آرين جي هڪ ٻي شاخ بہ ايران کان ڀارت ڏانهن وڌي آئي. اُهي پوءِ ايندڙ آريہ، اُتر-اولهہ جي ملڪن کان نہ اچي، سڌو اُتر کان جبل لتاڙيندا آيا. ڀارت ۽ ايران جي وچ جو حصو آهي جبلن سان ڀريل. ان وچ واري حصي کي چئجي ٿو ’دردستان‘. ’درد‘ جي معنيٰ آهي ’جبل‘ ۽ ’دردستان‘ جي معنيٰ ’جبلن جي جاءِ‘. ان



جابلو پاسي کان ايندڙ آرين مان ڪيترا تہ ڀارت تائين پهچي نہ سگهيا ۽ وچ واري حصي ’دردستان‘ ۾ ئي رهجي پيا. جي آريہ ڀارت تائين پهتا، اُهي چترال ۽ گلگت جا پهاڙ ٽپندا اچي ڀارت جي وچ واري ديش يعني مڌيہ ديش (گنگا ۽ جمنا جي ميدان وارو ڀاڱو) ۾ پهتا.

اَهڙيءَ ريت آريہ ڪٽنب جون ٽي شاخون ٿي ويون. هڪ شاخ ايران ۾ رهي، جنهن کي ’ايراني‘ شاخا ٿو چئجي، ٻي شاخ ’دردستان‘ ۾ رهجي ويئي، جنهن کي ’دردي‘ شاخ ٿو چئجي ۽ ٽين شاخ جيڪا ڀارت ۾ اچي پهتي ان کي ’ڀارتي‘ شاخ ٿو چئجي.

ايراني شاخا جي آڳاٽي ماتا جو نالو آهي ’اويستا‘ يا ’جند اويستا‘. ان جي سنتان مان وچ واري عرصي ۾ ٿي ’پَهلوِي‘ ۽ ان جي سنتان يعني هاڻوڪي پيڙهيءَ کي سڏجي ٿو ’نئين ايراني‘، جنهن کي توهين سنڌيِ چوندا آهيو فارسي يا پارسي ۽ انگريزيءَ ۾ چئجيس ’پَرشَن‘. (اڄ ڪلهہ ڪي ودوان ائين بہ مڃڻ لڳا آهن تہ آريہ ڀارت جا ئي مول نواسي هئا).

اهو تہ توهين سمجهي ٿي وياهوندا تہ منهنجو واسطو
ڀارتي شاخ سان آهي. ڀارتي شاخ جي ’آدي ماتا‘ ٻوليءَ
جو روپ ويدن ۾ ڏسڻ ۾ ٿو اچي. ويدن ۾ رگ ويد سڀني
کان آڳاٽو آهي انکري ائين چئي سگهجي ٿو تہ ويدن
جي ڀاشا ئي آريہ ڀاشائن جو اوائلي روپ آهي. ويدن ۾
جا ڀاشا آهي کي ان کي ’آدي پراڪرت‘ تہ ڪي ان کي
’لوڪڪ سنسڪرت‘ تا ڪوٺين، پر عام طرح سان انکي
’ويدڪ ڀاشا‘ ئي سڏيو ٿو وڃي. ويدن جي ڀاشا بہ ٺاهہ-ٺوهہ
ڪيل آهي. ان وقت جي عام ٻوليءَ جو انومان رڳو ويدن
مان ئي لڳائي سگهجي ٿو.

ڀارت ۾ آيل آرين جي هتان جي ماڻهن سان اڻبڻت
ٿيڻ سڀاويڪ هئي. راڄ ڄمائڻ ۽ راڄ وڌائڻ لاءِ آرين هتان
جي اوائلي رهواسين سان خوب جنگيون جوٽيون. ڀارت
۾ آرين جي راڄ جون حدون ويون ٿي وڌنديون ۽ ان ڪري
آريہ ويا ٿي ڦهلجندا. آرين جي هن ڦهلاءَ آرين جي ٻوليءَ
کي پڻ ڦهلجڻ جو وجهہ ڏنو؛ پنهنجن ڪانسواءِ هنن جو
واسطو پراون سان بہ ٿيو. ان ڪري سنڌس عام ۾



اڄ - وڄ وڌي؛ مگر پنڊتن کي سنڌس اهو ريل ڇيل هلڻ
نہ وڻيو. هنن نٿي چاهيو تہ غير آريائي ٻولين
جي اثر هيٺ آريہ ٻولي پنهنجي شڌتا ۽ نجيپڻو وڃائي.
ان ڪري اڄ کان لڳ ڀڳ ٽي هزار سال اول رشي پاڻنيءَ
آريہ ٻوليءَ لاءِ مريادائون (گرامر ۽ اُچارڻ جا اصول) مقرر
ڪيون. انهن مريادائن يا نيمن جو پالن ڪرڻ سبب هوءَ
’سنسڪرت‘ سڏجڻ ۾ آئي. ’سنسڪرت‘ جو مطلب آهي
’سڌريل‘، ’صاف ٿيل‘. گرامر جي ٻنڌنن سبب هن ۾
استعمال جي ڇڙواڳي نہ رهي. هوءَ ’عام‘ جي بدران
’خاص‘ ٿي پيئي. اڄ ۾ عام ماڻهن جي وهنوار جو وسيلو
هئي. هاڻي پنڊتن ۽ ودوانن جي ساهتيہ رچنا جو ساڌن
بڻي. مطلب تہ شڌ ٿيڻ سبب سنسڪرت ساهتڪ ڀاشا جو
پد پراپت ڪيو.

سنسڪرت جڏهن ساهتيہ جي محل جي راڻي بڻجي
ويني تڏهن سنڌس اولاد - پراڪرت ڀاشائون جنتا ۾ آيون.
عوام سنڌن آدر ڪيو. ٻڌ ڀڳوان جنهن پراڪرت ۾ پنهنجيءَ
امر واڻيءَ جو پرچار ڪيو اها ’پهرين پراڪرت‘ يا پاليءَ

جي نالي سان پرسڌ آهي. عيسيٰ کان ۵ صديون اول کان عيسيٰ جي شروعاتي صديءَ تائين جو زمانو پاليءَ جي اوج جو زمانو آهي. مهاراجا اشوڪ جون پٽر جي ٿنين تي اڪرايل سکيائون بہ گهڻي ڀاڱي پالي ٻوليءَ ۾ آهن.

پاليءَ کان ٿوربون نئديون ٻيون سندس پينر پراڪرت ڀاشائون بہ گهڻيون هيون پر انهن مان جن پنهنجو نالو ڪڍيو سي هيون ماڳڌي پراڪرت، شورسيني پراڪرت، مهاراشٽري پراڪرت ۽ پِشاچي پراڪرت. ماڳڌي پراڪرت آڳاٽي زماني جي مگڌ ديش ۾ ڳالهائي ويندي هئي؛ اهو مگڌ ديش هاڻي بهار راڄ ٿو سڏجي. ارڌ ماڳڌي پراڪرت پراڻي زماني جي ڪوشل راڄ ۾ ڳالهائي ويندي هئي. اهو پرديش مگڌ راڄ ۽ شورسين راڄ جي وچ ۾ هو. اهو استان اڄ جي اُتر پرديش جي اوڀر ۾ آهي. ان ڪوشل راڄ ۾ ئي رام جو راڄ هو. ايوڌيا جو نالو تہ توهان سيني ٻڌو آهي؛ اُها ايوڌيا پڻ هن ڪوشل راڄ ۾ هئي. شورسيني پراڪرت، آڳاٽي زماني جي شورسين پرديش ۾ ڳالهائي ويندي هئي، اُهو پرديش مٿرا جي آسپاس هو.



مهاراشٽري پراڪرت جو پرديش هو اڄ جو ودرڀ - مهاراشٽرا ۽ پشاچي پراڪرت جو مرڪز هئي سنڌ.

وقت پئي، انهن ڀاشائن لاءِ پڻ بزرگن نيتي - مريادا جا ٻنڌن (گرامر ۽ اُچارڻ جا قائدا) ٺاهيا. انهن ٻنڌنن ۾ ٻڌجي اهي ڀاشائون بہ عام جي وهنوار کان پري ٿي ويون ۽ وڃي ساهتيہ جو محل وسايائون. جين ڌرم جي مهان گرو، ڀڳوان مهاوير پنهنجي گيان ڏيڻ لاءِ ارڌ ماڳڌي پراڪت کي ئي پنهنجو ساڌن بڻايو هو. انهن ساهتڪ پراڪرت ڀاشائن جو جڳ آهي عيسيٰ جي پهرينءَ صديءَ کان عيسيٰ جي پنجين صديءَ تائين.

پراڪرت ڀاشائون بہ جڏهن 'عام' جي بدران خاص بڻجي پيون يعني ساهتيہ جو سينگار بڻيون - تڏهن سندن سنتان 'جنتا جي ڀاشا' جي جڳهہ والاري. اهي ڀاشائون مريادا وارن ماڻهن (وياڪرڻ جي ڄاڻن) جي نظر ۾ 'بگڙيل' يا 'اَشڌ' هيون؛ انّ ڪري انهن ڀاشائن کي سڏيو ويو 'اپڀرنش ڀاشائون'. 'اَپڀرنش'، لفظ جو مطلب آهي 'بگڙيل' يا 'ڀرشٽ ٿيل'. مطلب اهو ئي تہ انهن ڀاشائن

جي نالي سان پرسڌ آهي. عيسيٰ کان ٥ صديون اول کان عيسيٰ جي شروعاتي صديءَ تائين جو زمانو پاليءَ جي اوج جو زمانو آهي. مهاراجا اشوڪ جون پٿر جي ٿنڀن تي اڪرايل سکيائون بہ گهڻي ڀاڱي پالي ٻوليءَ ۾ آهن.

پاليءَ کان ٿوريون نِنڍيون ٻيون سندس ڀينر پراڪرت ڀاشائون بہ گهڻيون هيون پر انهن مان جن پنهنجو نالو ڪڍيو سي هيون ماگڌي پراڪرت، شورسيني پراڪرت، مهاراشٽري پراڪرت ۽ پِشاچي پراڪرت. ماگڌي پراڪرت آڳاٽي زمانيءَ جي مگڌ ديش ۾ ڳالهائي ويندي هئي؛ اهو مگڌ ديش هاڻي بهار راڄ ٿو سڏجي. ارڌ ماگڌي پراڪرت پراڻي زماني جي ڪوشل راڄ ۾ ڳالهائي ويندي هئي. اهو پرديش مگڌ راڄ ۽ شورسين راڄ جي وچ ۾ هو. اهو استان اڄ جي اُتر پرديش جي اوڀر ۾ آهي. ان ڪوشل راڄ ۾ ئي رام جو راڄ هو. ايوڌيا جو نالو تہ توهان سيني ٻڌو آهي؛ اُها ايوڌيا پڻ هن ڪوشل راڄ ۾ هئي. شورسيني پراڪرت، آڳاٽي زماني جي شورسين پرديش ۾ ڳالهائي ويندي هئي، اُهو پرديش متھرا جي آسپاس هو.



- ودرڀ جو اڄ هو پرديش جو پراڪرت مهاراشٽري

سنڌ. هئي مرڪز جو پراڪرت پشاچي ۽ مهاراشٽرا

نيتيِ بزرگن پڻ لاءِ ڀاشائن انهن پئي، وقت

انهن. ناهيا (قائدا جا اُچارڻ ۽ گرامر) ٻنڌن جا مريادا -

ٻنڌنن ۾ ٻڌجي اهي ڀاشائون بہ عام جي وهنوار کان پري، ٿي وڃون ۽ وڃي ساهتيہ جو محل وساياڻون. جين ڌرم جي مهان گرو، ڀڳوان مهاوير پنهنجي گيان ڏيڻ لاءِ ارڌ ماگڌي پراڪت کي ئي پنهنجو ساڌن بڻايو هو. انهن ساهتڪ پراڪرت ڀاشائن جو جڳ آهي عيسيٰ جي پهرينءَ صديءَ کان عيسيٰ جي پنجين صديءَ تائين.

پراڪرت ڀاشائون بہ جڏهن 'عام' جي بدران خاص بڻجي پيون يعني ساهتيہ جو سينگار بڻيون - تڏهن سندن سنتان 'جنتا جي ڀاشا' جي جڳهہ والاري. اهي ڀاشائون مريادا وارن ماڻهن (وياڪرڻ جي ڄاڻن) جي نظر ۾ 'بگڙيل' يا 'اَشڌ' هُيون؛ انّ ڪري انهن ڀاشائن کي سڏيو ويو 'اپڀرنش ڀاشائون'. 'اَپڀرنش'، لفظ جو مطلب آهي 'بگڙيل' يا 'ڀرشٽ ٿيل'. مطلب اهو ئي تہ انهن ڀاشائن

ڪي وڏن يا بزرگن عزت جي نگاھ سان نٿي ڏٺو.

هونئن صحيح ڳالھ اھا آھي تہ ڪا بہ ٻاشا 'بگڙيل' يا ڀرشٽ ٿيل' نہ ٿيندي آھي. ھرڪا ٻاشا سٺي آھي، ھرڪا ٻاشا درست آھي. سڌريل ۽ بگڙيل ۾ فرق رڳو اھو ھوندو آھي تہ سڌريل يعني ساھتڪ ٻاشا گرامر جي قانونن سان پختي ٻڌل ھوندي آھي، ان ۾ بناوٽ ۽ ٺاھ-ٺوھ گھڻي ھوندي آھي، انجي اُبتڙ بگڙيل يعني عام ماڻھن جي ٻولي سادي-سودي ھوندي آھي ۽ گرامرجي قانونن جو بہ سختيءَ سان پالن نہ ڪندي آھي. حقيقت ۾ ٻوليءَ جو اصلي روپ 'عام' ٻوليءَ ۾ ئي ڏسڻ ۾ ايندو آھي. سماج ۾ ئي ڏسو. ھڪڙا شھري ماڻھو آھن، جيڪي ڪپڙو - لٽو قاعدي سان پھريندا آھن، ڳالھائيندا بہ ڇَٻي ڇِٽي آھن، اھڙن ماڻھن کي 'سڌريل' يا 'سڀيہ' سڏبو آھي. ٻيا وري ڳوٺاڻا ماڻھو آھن، جي سادي سياو ۽ ساديءَ رھڻي- ڪھڻيءَ وارا ٿين ٿا، اھڙن ماڻھن کي 'گھٽ سڌريل' سمجھيو ويندو آھي، پر اِنسان جو اصلي روپ انھن سادن ڳوٺاڻن ۾ ئي ڏسي سگھبو آھي. شھري



ماڻھن جي جيوَن ۾ تہ اصل کان نقل گھڻو ھوندو اھي. ٻولين سان بہ ساڳي ڪار آھي. عام جي ٻولي اصلي روپ ۾ ھوندي آھي پر ساھتڪ ٻولي ميڪ اپ ڪيل اِستريءَ جيان ھوندي آھي جنھن جو اصلہ روپ سندس ميڪ اپ جي اندر لڪل ھوندو آھي.

ھا، سو ڳالھ ٿي ڪيم تہ جڏھن پراڪرت ٻاشائون ساھتڪ ٻاشائون بڻجي ويون تڏھن جيڪي عام جون ٻوليون رھيون انھن کي اپڀرنش سڏيو ويو.

ٻاشائن جي ھڪڙي نرالي ريت کان ٻوسن سي واقف ٿي ڪريان. ٻاشائون سنتان-ھيڻ نہ ٿينديون آھن! ھر ھڪ ٻاشا کي سنتان ٿيندو ئي آھي (يعني ھر ھڪ ٻاشا مان سندس ٻيو روپ ھلندو آھي). اھڙو اِتفاق ڪو ورلي ٿيندو آھي جڏھن ڪائِي ٻاشا بنا اولاد جي گذر ڪري وڃي (يعني ان ٻوليءَ مان نہ تہ ڪائي ٻِي ٻولي ڦٽي نڪري ۽ نہ وري انجو ڪو ڳالھائيندڙ بچي).

مٿئين اصول موجب ھر ھڪ پراڪرت ٻاشا کي سندس اولاد ھئڻ گھرجي، يعني جيتريون پراڪرت

پاشائون هيرن اوتريون ٿي اپڀرنش ٻوليون بہ ٿيڻ گهرجن، پر ٻولين جي اتهاس ۾ رڳو ٽن اپڀرنش ٻولين جا ٿي نالا اچن ٿا، جي آهن 'ناگر اپڀرنش'، 'اُپ ناگر اپڀرنش' ۽ 'براچڊ اپڀرنش.' انهن مان 'ناگر اپڀرنش' گجرات ۾، 'براچڊ اپڀرنش سنڌ ۾ ۽ 'اُپ ناگر اپڀرنش' انهن ٻنهي جي وچ واري پرديش ۾ ڳالهائي ويندي هئي. ناگر اپڀرنش آهي شور سيني پراڪرت جي ڌيءُ، براچڊ اپڀرنش آهي پشاچي پراڪرت جي ڌيءَ ۽ اُپ ناگر اپڀرنش آهي انهن ٻنهي جو گڏيل اولاد. ڀارت جي ٻين حصن ۾ کهڙيون اپڀرنش ٻوليون هلندڙ هيون تن جو ڪو ليکو - جوکو ڪونہ ٿو ملي. جيتوڻيڪ ٻين اپڀرنش ٻولين جو ڪو بيان اِتهاس جي ڪتابن ۾ ڪونهي تڏهن بہ اها پڪ آهي تہ جدا جدا پراڪرت ٻولين جو اولاد جدا جدا اپڀرنش ٻولين هونديون ضرور. عيسيٰ جي پنجين صديءَ کان عيسيٰ جي ڏهين صديءَ واري عرصي کي 'اپڀرنش ڪال' سڏجي ٿو.

وقت ٻلوان آهي. هر ڪنهن جا ڏينهن پيا ڦرن. بزرگن جي نگاهن ۾ جيڪي 'بگڙيل' ۽ 'پرشٽ ٿيل' هيون



اُنهن بہ وقت پئي ساجاهي نيتي - مريادا جي نيمن (گرامر جي قاعدن) جو پالن ڪرڻ شروع ڪيو ۽ آخر انهن کي ساهتيہ جي راڄ - محل ۾ جڳهہ ملي ويئي. اِتهاس وري پاڻ کي دهرايو ۽ اپڀرنش ٻولين جي ساهتڪ ٻڻجڻ سبب سندن اولاد (اپڀرنش ٻولين مان پيدا ٿيل ٻوليون) جنتا جي وچ پر آيو. انهن اپڀرنش ٻولين جون ڏيئر آهن هاڻوڪيون ڀارتي آريہ ٻوليون، جن ۾ منهنجي پڻ ڳڻپ ٿئي ٿي.

ماگڌي پراڪرت جي اپڀرنش روپ مان هاڻوڪيون بنگالي،بِهاري،آسامي ۽ اُڙيا ٻوليون نڪتيون آهن. ارڌ ماگڌي پراڪرت جي اپڀرنش روپ مان اڄ جي 'پوربي هندي' ٻولي نڪتي آهي. مهاراشٽري پراڪرت جي اپڀرنش روپ مان اڄ جي مرهٽي ٻوليءَ جو جنم ٿيو آهي.شورسيني پراڪرت جي اپڀرنش روپ مان موجوده پڇمي هندي(جنهن کي عام طرح سان هندي چيو ويندو آهي)، گجراتي ۽ راجسٿاني ٻولين جو نرماڻ ٿيو آهي. پشاچي پراڪرت جي اپڀرنش روپ براچڊ مان پنجابي،

ياشائون هيون اوتريون ٽي اپڀرنش ٻوليون ٻہ ٽيڻ گهرجن، پر ٻولين جي اتهاس ۾ رڳو ٽن اپڀرنش ٻولين جا ٽي نالا اچن ٿا، جي آهن 'ناگر اپڀرنش'، 'اُپ ناگر اپڀرنش' ۽ 'براچڊ اپڀرنش.' انهن مان 'ناگر اپڀرنش' گجرات ۾، 'براچڊ اپڀرنش سنڌ ۾ ۽ 'اُپ ناگر اپڀرنش' انهن ٻنهي جي وچ واري پرديش ۾ ڳالهائي ويندي هئي. ناگر اپڀرنش آهي شور سيني پراڪرت جي ڌيءُ، براچڊ اپڀرنش آهي پشاچي پراڪرت جي ڌيءُ ۽ اُپ ناگر اپڀرنش آهي انهن ٻنهي جو گڏيل اولاد. ڀارت جي ٻين حصن ۾ کهڙيون اپڀرنش ٻوليون هلنديون هيون تن جو ڪو ليکو - جوکو ڪونہ ٿو ملي. جيتوڻيڪ ٻين اپڀرنش ٻولين جو ڪو بيان اِتهاس جي ڪتابن ۾ ڪونهي تڏهن بہ اها پڪ آهي تہ جدا جدا پراڪرت ٻولين جو اولاد جدا جدا اپڀرنش ٻولين هونديون ضرور. عيسيٰ جي پنجين صديءَ کان عيسيٰ جي ڏهين صديءَ واري عرصي کي 'اپڀرنش ڪال' سڏجي ٿو.

وقت ٻلوان آهي. هر ڪنهن جا ڏينهن پيا ڦرن. بزرگن جي نگاهن ۾ جيڪي 'بگڙيل' ۽ 'ڀرشٽ ٿيل' هيون



اُنهن بہ وقت پئي ساڄاهي نيتي - مريادا جي نيمن (گرامر جي قاعدن) جو پالن ڪرڻ شروع ڪيو ۽ آخر انهن کي ساهتيہ جي راڄ - محل ۾ جڳهہ ملي ويئي. اِتهاس وري پاڻ کي دهرايو ۽ اپڀرنش ٻولين جي ساهتڪ ٻڻجڻ سبب سندن اولاد (اپڀرنش ٻولين مان پيدا ٿيل ٻوليون) جنتا جي وچ آيو. انهن اپڀرنش ٻولين جون ڏيئر آهن هاڻوڪيون ڀارتي آريہ ٻوليون، جن ۾ منهنجي پڻ ڳڻپ ٿئي ٿي.

ماگڌي پراڪرت جي اپڀرنش روپ مان هاڻوڪيون بنگالي، بِهاري، آسامي ۽ اُڙيا ٻوليون نڪتيون آهن. ارڌ ماگڌي پراڪرت جي اپڀرنش روپ مان اڄ جي 'پوربي هندي' ٻولي نڪتي آهي. مهاراشٽري پراڪرت جي اپڀرنش روپ مان اڄ جي مرهٽي ٻوليءَ جو جنم ٿيو آهي. شورسيني پراڪرت جي اپڀرنش روپ مان موجوده پڇمي هندي (جنهن کي، عام طرح سان هندي چيو ويندو آهي)، گجراتي ۽ راجستاني ٻولين جو نرماڻ ٿيو آهي. پشاچي پراڪرت جي اپڀرنش روپ براچڊ مان پنجابي،

لهندا، ۽ منهنجو-سِنڌيءَ جو جنم ٿيو آهي.هاڻي جي پوري ڪٽنب جي ناتي-رشتي جو بيان ڪريان ته هيئن چوڻو پوندو : براچڊ اپڀرنش منهنجي ماءُ آهي، پنجابي ۽ لهندا منهنجيون سڳيون ڀينر آهن، پشاچي پراڪرت منهنجي نانِي ٿئي، سنسڪرت منهنجي پڙ ناني ۽ ويدڪ سنسڪرت منهنجي تڙ ناني لڳي؛ ماڳڌي، ارڌ ماڳڌي، شورسيني ۽ مهاراشٽري پراڪرت منهنجيءَ نانيءَ جون ڀينر ٿين، ناگر اُپ ناگر وغيره اپڀرنش ڀاشائون منهنجيون ماسيون لڳن ۽ هاڻوڪيون ٻوليون جيئن هندي، بنگالي، گجراتي، مرهٽي وغيره منهنجيون ماساتيون ٿين. ايران، دردستان ۽ يورپ جي ٻولين مان ڪي منهنجيءَ تڙنانيءَ جون ڀينر لڳنديون ڪي ماسيون ٿينديون ته ڪي ماساتيون. رت جو رشتو هئڻ سبب ڪي گڻ ماءُ جا اٿم ته ڪي ماسيءَ جا، ڪجهه اثر نانيءَ ۽ پڙنانيءَ جا ڪنيا اٿم ته ڪا خاصيت تڙنانيءَ جي اٿم.

ڪيئن پٽڙا، ٻڌوَ پنهنجي ماءُ جي ونش جو وستار؟ هاڻي توهان کي خبر پئي هوندي ته آءُ - توهانجي ماءُ



سنڌي ڀاشا - وڏي آڪاهتي - ٻڌائتي آهيان. هنڌين-ماڳين هاڪاري انڊو - يورپين ڪل جي آريه ڪٽنب سان منهنجو واسطو آهي.

هائو، آءُ ڏسان ويني ته پنهنجيءَ اَمڙجي شاندار خاندان جو خيال ڪري ٻچڙن جي منهن تي مرڪ وري آئي آهي؛ صحيح ڳالهه آهي، اهڙي مانائتي ماءُ تي اولاد کي ڇو نه فخر ٿئي! سنڌين کي سنڌيءَ تي ڇو نه ناز ٿئي!

# وستار ۽ روپ

ڪيئن ٻچڙا، اچي پهتا آهيو پنهنجيءَ جيجل جي آتم - ڪهاڻي ٻڌڻ لاءِ؟ توهان جهڙن سپوتن کي ڏسي مون مايڙيءَ جو هنياءُ ٺري. چڱو هاڻي اچو ته ڪلهه جي ڪٿا کي اڳتي وڌايون.

ڪلهه مون اوهان کي ٻڌايو هو ته اپڀرنش ٻولين جو جڳ هو عيسيٰ جي پنجينءَ کان ڏهينءَ صديءَ جي وچ وارو عرصو، ۽ موجوده ڀارتي آريه ٻولين جو جنم ٿيو اپڀرنش ٻولين کانپوءِ. ان جو مطلب اهوئي ٿيو ته مڙيئي هاڻوڪيون آريه ٻوليون ڏهينءَ صديءَ جي آسپاس ئي پيدا ٿيون آهن. توهان کان اهو وسري ته ڪو نه ويو ته آءٌ به هاڻوڪي زماني جي هڪڙي آريه ٻولي آهيان! ان ڪري منهنجي پيدائش به ڏهينءَ صديءَ ڌاري ٿي. ان حساب سان منهنجي عمر لڳ ڀڳ هڪ هزار سال ٿيندي.

ڪي منهنجا اهڙا پٽڙا به آهن جيڪي منهنجو ناتو-رشتو موهن جي دڙي جي ٻوليءَ سان ڳنڍي منهنجي



عمر پنجن هزار سالن تائين ٿا ڪٽين؛ پر اها سندن اجائي ڪوشش آهي . موهن جي دڙي جي ٻوليءَ لاءِ اجا اهو ثابت ئي نه ٿي سگهيو آهي ته اُها ٻولي انڊو-يورپين خاندان جي آهي يا نه، ان حالت ۾ منهنجو رشتو ان ٻوليءَ سان ڪيئن ٿو جوڙي سگهجي ؟ مان جيڪا هتين پيرين آرڪٽين هڪڙي آريه ٻولي آهيان اها ڪنهن اڻ ڄاتل سڃاتل ٻوليءَ جي سنتان ڪيئن ٿي سگهنديس ؟

ڪن منهنجن پيارن ته مون کي سنسڪرت جي يا ته مرڳو ئي دنيا جي مڙني ٻولين جي ماءُ ڪري ليکيو آهي، پر اها سندن خوشفهمي يا پنهنجيءَ ماءُ سان پاسخاطري آهي. مطلب اهو ئي ته ٿلهي ليکي منهنجي عمر آهي ڏهه صديون، پر منهنجي روپ جو پڪو پختو اهڃاڻ (ساهتيه جي رچنا وغيره) سورهين صديءَ جي اڌ تائين ته ملي ڪو نه ٿو. انڪري پهريون پنج- ڇهه صديون منهنجو روپ ڪهڙو هو، ان بابت احوال ڏيڻ جهڙي ڪا به ڪارائتي ۽ وشواس جوڳي سامگري ڪانهي. ان کان پوءِ جي جيڪا سامگري (ساهتيه) ملي ٿي ان مان ائين

ظاهر ٿو ٿئي تہ سڄيءَ سنڌ ۾ منهنجو هڪڙو روپ ڪونهي، منهنجا گهڻائي روپ آهن، جنکي ڀاشا وگياني ماهر چوندا آهن 'اُپ ڀاشائون' يا 'اُپ ٻوليون'. اُهي مکيہ اُپ ٻوليون آهن : سرائڪي (جيڪا سنڌ جي سري يعني اُتر واري ڀاڱي ۾ ڳالهائي ويندي آهي) وِچولي (جيڪا وچ سنڌ جي اُپ ڀاشا آهي)؛ لاڙي (هيءَ اُپ ٻولي سنڌ جي ڏکڻ واري ڀاڱي ۾ ڳالهائي وِيندي آهي)، لاسي (جيڪا سنڌ جي اُلهندي پاسي لس ٻيلي ۽ ڪيرٿر جبلن جي ايراضيءَ ۾ استعمال ٿئي ٿي)، ٿرِي يا ٿريلي (سنڌ جي اُڀرندي پاسي ۽ سنڌ - راجستان سرحد جي هنڌ تي واهپي ۾ ايندي آهي)، ۽ ڪڇي (جيڪا سنڌ جي ڏکڻ چيڙي تي، ڪڇ ۾ ڳالهائي ويندي آهي).

١٩٤٧ جي ورهاڱي وقت سنڌ ۾ منهنجن سنڌِي ٻچڙن جي آدمشماري لڳ ڀڳ ٤٠ لک هئي، جنهن مان لڳ ڀڳ ١٣-١٤ لک منهنجا سنڌي ٻار راڄنيتي حالتن سبب سنڌ ڇڏي هند ۾ هلي آيا ۽ هندستان جهڙي وسيع ملڪ ۾ هرهنڌ ڦهلجي ويا. هنن ٢٢ سالن ۾ منهنجي



سنتان جي چڱي واڌ ٿي آهي. اڄ هندستان ۾ ٽي لڳ ڀڳ ٣٠-٤٠ لک سنڌِي ٿي ويا آهن. سنڌ ۾ بہ منهنجي ٻچڙن ۾ چڱي برڪت پئي هوندي ۽ اهي بہ ٻن ڪروڙن کان بہ وڌيڪ ٿي ويا هوندا. ان حساب سان مان اڄ ٽن ڪروڙن کان بہ وڌيڪ ٻارن جي ماءُ آهيان! پر ٻولين جي لاءِ اولاد جو اهو انگ ڪو خاص وڏو ڪونهي. هندِي ٻوليءَ جي سنتان ١٢-١٣ ڪروڙ آهي. انومان تہ ڪريو، انگريزِي ٻوليءَ کي گهڻا ٻار هوندا؟ اولاد جي خيال کان اسان ٻولين جو حساب ماڻهن جي اُبتڙ آهي. ماڻهن کي جيئن اولاد گهڻو، تيئن مصيبت گهڻي، پر ٻولين جو جيئن اولاد گهڻو تيئن سٺڻ مان وڌيڪ. ماڻهن کي پنهنجو گهڻو اولاد ٻڌائيندي لڄ پئي اچي ۽ اسان ٻولين کي گهڻو اولاد ٿئي تہ اسان کي فخر ڪرڻ جو وجهہ ملي!

منهنجيون پاڙيسري ڀينر (ٻوليون) آهن بلوچي، بروهي (اهي منهنجي اولهہ ۾ آهن)، ملتاني (اِها منهنجي اُتر ۾ آهي)، بهاولپوري (اُتر اوير جي طرف اُتم)، مارواڙي (منهنجي اوير ۾ آهي) ۽ گجراتي (ڏکڻ

جي طرف اتم).^ هندستان ۾ آيل منهنجا سنڌي ٻار ته گھٽيئي ٻوليون ٿا ٻولين. هندي ته گھڻو ڪري ٻيني ڪي ئي اچي ان ڪانسواءِ ڪي گجراتي سکيا آهن ته ڪي وري مرهٽي. ڪن ته ڏکڻ هندستان جي ٻولين تامل، تيلگو وغيره ۾ به قابليت حاصل ڪئي آهي.

توهانکي هڪڙي عجيب ڳالهه ٻڌايان. ڪڇي ٻولي سنڌيءَ جو ئي هڪڙو روپ آهي، ان ڪري ڪڇي به منهنجا ئي ٻچڙا آهن؛ پر ڪڇين کان ڇڻ اِها ڳالهه وسري ويئي آهي. گھڻو وقت پنهنجي سنڌي ڀائرن کان جدا رهڻ ۽ گجراتين سان گڏ رهڻ سبب هو اِئين ٿا ڀانئين ته ڪڇي شايد گجراتيءَ جو انگ آهي، پر مون ماءُ کي ته خبر آهي ته هو منهنجا ئي ڄاول آهن.

اِئين ته منهنجن مڙني روپن (اُپ ڀاشائن) جون پنهنجيون پنهنجيون خوبيون آهن پر منهنجو وچوليءَ وارو روپ بلين-بلين آهي. سنڌين جي سموري سکيا جو ماڌيم به اُهو روپ آهي ته ساهتيه رچنا جو ساڌن به اُهوئي روپ آهي. ڪڏهن ڪڏهن منهنجن ٻين روپن جي جهلڪ



به ساهتيه ۾ ملي ٿي وڃي، جيئَن منهنجي سپوت ساميءَ پنهنجن سلوڪن ۾ سري جي سريلي ٻولي ڪم آندي آهي، يا منهنجي لاڪيڻي لعل شاه عبداللطيف جي شعر ۾ لاڙيءَ جا لفظ ٿا ملن پر گھڻي ڀاڱي ساهتيه جي رچنا ٿِئي ٿي وچوليءَ ۾. ٻيون سڀ ڀينر (اُپ ڀاشائون) وچوليءَ کي آدر ڏين ۽ سندس پيروي ڪرڻ جي ڪوشش ڪن. مڙيئي ڀينر کير کنڊ آهن، سندن ۾ وير وروڌ آهي ئي ڪو نه.

ملڪ جي ورهاڱي جو مکيه اثر مون تي اهو ٿيو آهي جو منهنجو روپ وڃي ٿو بدلجندو. سرحد جي هن پار (سنڌ-پاڪستان ۾) مون کي اُردوءَ سان ننهاڻي ساهڙيپ رکڻي پئي آهي ته سرحد جي هن پار (ڀارت ۾) مون کي هنديءَ سان هٿ هٿ ۾ ڏيئي هلڻو ٿو پوي. اِئين ته هتي مون کي پنهنجين ماساتين مرهٽي، گجراتي وغيره سان به ڪٿي ڪٿي گڏ گھارڻو ٿو پوي پر انهن جو اثر مون تي خير ڪو ٿيو آهي. هتي به جن هنڌن تي منهنجا سنڌي ٻچڙا گھڻي تعداد ۾ رهن ٿا اُتي منهنجي روپ

۾ ڪا نالي ماتر تبديل ٿي آهي، باقي جتي منهنجا سنڌي ٻچڙا ڏاڏو ڏاڏوتي ٽڙيِ پکڙيِ ويا آهن ۽ منهنجيءَ نئينءَ پيڙهيءَ کي سنڌيءَ ۾ سکيا ونڻ، سنڌيِ لکڻ - پڙهڻ جو وجهہ نٿو ملي اُتي تہ منهنجي صورت ٽڪڙو ٽڪڙو ڦرندي پيئي وڃي. ڏنهن ڏينهن بنارس شهر ۾ پنهنجي هڪ ٻچڙي جي گهر سندس ڇهن سالن جي ٻار واتان اِجهو هيئن ٻڌم : 'دادا، اسان جيڪي ٻج بويا آهن انهن مان پوڌو ڪڏهن اُڳندو؟'

هن ٻارڙي 'پوکڻ'، 'ٻوٽو'، 'اُپرندو' جهڙا لفظ ٻڌا ئي ڪونهن تہ ڳالهائيندو ڪٿان؟ سنڌي ٻارڙن کي 'سنيِ ڪتاب' ۽ 'سُنيِ دُڪان' بہ چوندو پئي ٻڌاهندي۽ ۾ 'ڪتاب' ۽ 'دڪان' آهن جنس مونث پر سنڌيءَ ۾ آهن جنس مذڪر، هنديِءَ جي اثر هيٺ منهنجا ننڍڙا ٻچڙا 'ڪتاب' ۽ 'دڪان' کي جنس مونث ڪري پيا ڪم آڻين. سرحد جي هن پار بہ اهو ئيِ حال آهي. اڳي 'سني هوٽل' چئبو هو، هاڻي اُردوءَ جي اثر هيٺ چون 'سنو هوٽل'.



اِئين تہ تبديل جيوَن جو ڌرم آهي - قدرت جو نيم آهي. هرڪا شَئہ پئي بدلجي؛ وري اسين ٻوليون تہ آهيون ندين مثل. جيئن نديِ سدائين وهندي رهندي آهي، جدا جدا هنڌن تان موڙ کائيندي هلندي آهي، ۽ اِئين روپ مٽائيندي رهندي آهي تيئن ٻولي بہ جي ڪم ۾ ايندي رهندي تہ موڙ کائيندي هلندي، روپ مٽائيندي رهندي.ندي وهي نہ تہ بيهي بانس ڪري ۽آخر سڪيِ نوٽ ٿيِ وڃي،ساڳيءَ طرح سان جي ٻولي واهپي ۾ نہ اچي تہ ختم ٿي وڃي. ان ڪري تبديل يا ڦير گهير جو ڪو ڊپ ڪونهي. هونئن بہ واءُ انوسار پُٺِ ڏيڻ جو گڻ مون ۾ موجود آهي. ڏسو، سنڌ ۾ رهندي، نج ڀارتي ٻولي هئڻ جي باوجود، ضرورت پوڻ تي مون عربي ۽ ايراني ٻولين کان گهڻو ڪجھ ورتو. گهڻو ڪجھ سکيو، وري جڏهن سنڌ ۾ انگريزي حڪومت قائم ٿي ۽ انگريزي منهنجي گهر اندر لنگهي آئي تڏهن مون ان جو بہ نرادر نہ ڪيو ۽ سوين هزارين انگريزي لفظ پاڻ ۾ جذب ڪري ورتم. مطلب اهو ئي تہ ڏي - وٺ اسان ٻولين جو گڻ ۽ مرڪ آهي.

ساهيڙين واري پاڇيءَ مٿ اسين ضرور ڪنديون، آهيون، وري منهنجا ٻار - سنڌي ته آهن هندين - ماڳين هاڪارا مهمان نواز، آءِ انهن جي ماءُ ڀلا دل ننڍي ڇو ڪنديس؟ رڳو ڪٿڪو اهو ٿو ڪائيم ته ائين نه ٿئي جو منهنجا ٻچڙا مون ڪان آهستي آهستي پري ٿيندا وڃن ۽ هڪ ڏينهن پنهنجيءَ جيجل کي ئي وساري وهن. اهو ڪٿڪو ڪو سڪٽو وهم ڪونهي. ڀلا، جيڪي سنڌيءَ ۾ پڙهندا ڪو نه، لکندا ڪو نه، سنڌيءَ ۾ گهٽو ڳالهائيندا ڪو نه، سنڌي ڪتاب ۽ اخبارون واچيندا ڪونه، انهن کي سنڌي ڪيئن ياد رهندي ؟ انهن جو پنهنجيءَ ماءُ سنڌيءَ لاءِ ڪهڙو هڏ ڪرڪندو ؟ اُهي ساهتيه رچنا جي دواران ماءُ جي ڪيئن ۽ ڪهڙي سيوا ڪري سگهندا ؟ اهو ڪٿڪو رڳو مونکي ڪونهي، منهنجن ڪيترن سورهيه سپوتن کي به ان ڳالهه جو اندر ۾ اونو آهي. منهنجي سپاجهي پٽڙي 'نارائڻ شيام' ان اوني جو ڪهڙن نه دل پچائيندڙ لفظن ۾ اِظهار ڪيو آهي، ڇي :

'الا اِئين نه ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي،

ته هئي سنڌ ۽ سنڌوارن جي ٻولي.'



هائو ٻچڙا، شل نه اهڙو نياڳو ڏينهن اچي جو توهان جي غفلت جو اَجوڳ فائدو وٺي، وقت جا ظالم هٿ، توهان جي ماءُ - سنڌيءَ کي دفنائي ڇڏين ۽ سنڌي رڳو اِتهاس جو بيجان باب بڻجي وڃي.

پر مونکي ڀروسو آهي ته منهنجي سنتان اهڙي غافل نه رهندي. منهنجا سورهيه سپوت پنهنجيءَ جيجل کي سدائين جيئرو رکندا - اهڙو آهي منهنجو اَٽل وشواس.

## ڪڻ. خاصيتون ۽ شبد-ڀنڊار

منهنجا سدا جُڙيا، شال سدائين سکي رهو. مون توهان کي پنهنجي ٻڻ - بنياد ۽ پنهنجن روپن جو احوال ٻڌايو. اڄ توهان کي پنهنجيءَ شڪل - شبيه (رچنا) ۽ پنهنجي خزاني (شبد ڀنڊار) بابت ٿي ٻڌايان.

ڪنهن به ٻوليءَ جو نرماڻ ٿئي ٿو ٻن سرشتن مان - اُهي سرشتا آهن 'آوازي سرشتو' ۽ 'گرامر جو سرشتو'. ان کان سواءِ ٻوليءَ جو ٽيون انگ آهن اُهي لفظ جي انهن ٻن سرشتن ۾ استعمال ٿين ٿا. ان ڪري ڪنهن به ٻولي جي سموري ڄاڻ يا ٻوليءَ جي خاصيتن جي خبر تڏهن پوندي جڏهن ٻوليءَ جي آوازي سرشتي، ان جي گرامر جي سرشتي ۽ ان جي شبد - ڀنڊار جو اڀياس ڪبو.

توهان کي اهو ٻڌي عجب لڳندو ته جيتوڻيڪ توهين سنڌي ڳالهايو پيا تڏهن به سنڌي ٻوليءَ جي رچنا بابت توهان مان گهڻن کي ڪا خاص خبر نه هوندي.



هائو، ٻوليءَ جي باري ۾ اها هڪ عجب ۾ وجهندڙ حقيقت آهي ته ٻوليءَ جي استعمال ڪندڙن مان گهڻن کي ٻوليءَ جي رچنا جي ڄاڻ نه هوندي آهي. عامِ ماڻهو رڳو ٻوليءَ جو استعمال ڪندو آهي، سندس ان ڳالهه سان واسطو نه هوندو آهي ته ٻولي ڪيئن جڙيل آهي.

هن وقت مان توهانکي پنهنجيءَ سموريءَ رچنا جي ڄاڻ ڏيڻ جي ضرورت نٿي سمجهان. بيان اهڙو سوکيو ۽ وستار ڀريو آهي جو اهو ٻڌي توهين بيزار ٿي پوندا. ان ڪري مان توهان کي پنهنجيءَ رچنا ۽ پنهنجي شبد-ڀنڊار بابت ڪي مکيه مکيه ڳالهيون ٻڌايان ٿي.

آوازي سرشتي جي خيال کان ڏسجي ته مان ڀارت جي سڀني ٻولين کان وڌيڪ ڀرپور آهيان. منهنجي آوازي سرشتي ۾ ڏهه سُرن جا آواز ۽ ايڪيتاليهه وينجنن جا آواز آهن. ڌيان رکجو، مان آوازن جي ڳالهه ٿي ڪريان. لکڻ وارن ۵۲ اکرن جو بيان لپيءَ واري حصي ۾ ڪنديس.

ها، سو ڳالهه ٿي ڪيم ته منهنجي آوازي سرشتي

۾ ۱۵ آواز آهن. سرن وارا ۱۰ آواز (آ، آ، اِ وغيره) ته پارت جي گهڻين ئي ٻولين ۾ آهن مگر منهنجن ويجن آوازن مان ڪيترائي ٻين پارتي ٻولين ۾ ڪونهن. مثال طور اُردوءَ کي ڇڏي، ٻين پارتي ٻولين ۾ ف، خ، غ، ذ وغيره آواز يا ته آهن ڪونه يا ته انهن کي ڪا اهميت ڪانهي. وري ٻ، ڏ، ڄ، ڳ ته اهڙا آواز آهن جيڪي سنڌين ڪانسواءِ ٻين جي ڳلي مان نڪرندا ئي مشڪل. منهنجيءَ ڀيڻ ملتانيءَ ۾ اُهي آواز ضرور آهن. گجراتيءَ ۽ راجستانيءَ ۾ ڪڏهن 'ٻ' جو هلڪو آواز ٻڌبو آهي، جيئن 'باپوءَ کي چون 'ٻاپو'. ڪي چون ٿا ته ڍاڪا جي ٻنگاليءَ ۾ ٻه اهي آواز هلڪي نموني ۾ اُچاريا ويندا آهن پر سنڌيءَ جي آوازي سرشتي جي اُها خاص خوبي آهي.

سنڌيءَ جي آوازي سرشتي جي ٻي خوبي اها آهي ته سنڌيءَ جا لفظ گهڻي پاڱي سُرن ۾ ئي پورا ٿِيندا آهن. مثال طور سنڌيءَ ۾ چئون 'گَهرُ' مگر هنديءَ وغيره ٻولين ۾ چئون 'گهر'. سنڌيءَ ۾ اهو لفظ 'اُ' سر سان پورو



ٿو ٿئي مگر هندِي وغيره ٻولين ۾ اهو 'ر' ويڃن سان پورو ٿو ٿئي. ان خاصيت سبب سنڌي ٻوليءَ ۾ ويدن جي ٻوليءَ وارو رس آهي.

لفظن کي گُهٽو ڪرڻ يعني نڪ دواران اُچارڻ جي توهان کي عادت آهي. هنديءَ وغيره ٻين ٻولين ۾ چئجي 'ڪلا'، 'راڌا' پر سنڌيءَ ۾ چئجي 'ڪلان'، 'راڌان'. صاف ظاهر آهي ته هندِي وغيره بولين ۾ اُهي نڪان نٿا اُچارجن مگر سنڌيءَ ۾ انهن جو اُچار نڪ جي دواران ڪجي ٿو.

اِئين ته منهنجي آوازي سرشتي جون ٻيون ٻه انيڪ خاصيتون آهن پر انهن جي وچور جو ويچار ڇڏي، مان توهان کي پنهنجي گرامر جي سرشتي جون ڪجھ خاصيتون ٻڌايان ٿي.

گرامر جي منهنجي هڪڙي خاصيت اها آهي ته مون ۾ ضميرِي لفظن جي بدران، اِسمن يا فعلن ۾ ضميري پڇڙيون ڳنڍي لفظ ۽ جملا ٺاهي سگهجن ٿا. مثال طور 'منهنجو پاءُ' جي بدران توهين 'پاڻُم' لفظ ٺاهي ٿا سگهو.

’پاڻم‘ لفظ ۾ ’منهنجو‘ ضمير لفظ جي بدران - ۾ ضميري پڇاڙي لڳل آهي. ساڳيءَ طرح سان ’مون ڪاڏو‘ جي بدران ’ڪاڏم‘ جملو ٺاهي ٿا سگهون. ’ڪاڏم‘ ۾ به ’مون‘ لفظ جي بدران م پڇاڙي لڳل آهي . ’مون هن کي ماريو‘ جي بدران توهين چئي سگهو ٿا ’ماريومانس‘. گرامر جي هيءَ خوبي ٻين يارتي آريه ٻولين ۾ ڪانهي. ساڳيءَ طرح سان بنا ڪرتا جي جملن ٺاهڻ به سنڌيءَ جي خاصيت آهي. مثال طور ’پڙهبو ته پاس ٿبو‘. هن جملن ۾ ڪرتا يعني ڪم جو ڪندڙ ڪونهي. اهڙا جملا سنڌيءَ جي خاص سونهن آهن.

اَڙي، توهين ته مشڪو پيا ٿا! ڇو، ڇا لڌو اٿوَ ؟ سمجهيم. اهو سوچي ٻچڙا خوش ٿا ٿين ته سندن ماءُ ۾ به ڪي اهڙا گڻ آهن جي ٻين جي مائرن ۾ ڪونهن. صحيح ڳالهه آهي، جيئن سنتان جي گڻن کي ڏسي ماءُ کي خوشي ٿيندي آهي، تيئن ماءُ جي گڻن کي ڏسي اولاد کي آنند ايندو آهي.

هاڻي ڳالهه نڪتي آهي ته اَڳو پوءِ توهان کي



پنهنجي خزاني (شبد-ڀنڊار) جي به ڪجهه ڄاڻ ڏيان.

مان اها هام ڪانه ٿي هڻان ته آءٌ سنسار جي سڀني کان وڏيڪ شاهوڪار ٻولي آهيان؛ نه ڪو مان ائين ٿي چوان ته مون وٽ جيڪي ڪجهه آهي اهو سڀ منهنجو پنهنجو آهيءَ مون ۾ ٻئي ڪنهن کان ڪجهه ورتو ئي ڪونهي. حقيقت ۾ اهڙي هام ڪابه ٻولي هڻي نٿي سگهي. ڪابه ٻولي پورڻ ڪانهي. ڪنهن به ٻوليءَ وٽ ايترا لفظ ڪونه هوندا آهن جيڪي سنسار جي مڙني ويچارن، وهنوارن ۽ پدارٿن لاءِ پورا هجن. ان ڪري هرڪا ٻولي گهرج آهر ٻين ٻولين کان وٺندي آهي. ان قسم جي ڏي -وٺ ٻولين جي سڀاوَ جو حصو آهي؛ پر آءٌ جي دنيا جي سڀ کان وڏيڪ شاهوڪار ٻولي نه آهيان ته ڪا سڃي - سکڻي به ڪان آهيان. منهنجن سنڌي ٻچڙن کي پنهنجي ويچار ۽ وهنوار لاءِ جن ۽ جيترن لفظن جي ضرورت آهي اُهي سڀ مون وٽ موجود آهن. البت ڏينهون پوءِ گيان جو دائرو وڃي ٿو وسيع ٿيندو. گيان جو جيترو دائرو وڌندو اوترائي ٻوليءَ ۾ وڏيڪ لفظ کپندا. نون لفظن جي

اها ضرورت ڪڏهن ٻين ٻولين مان اُڌارا لفظ وٺي پوري ڪبي آهي ۽ ڪڏهن ٻولي خود نون لفظن جو نرماڻ ڪري پنهنجي ضرورت پوري ڪندي آهي.

مان جي پنهنجي شبد-ڀنڊار جو خيال تي ڪريان تہ مونکي پنهنجي ڀنڊار ۾ ٽئن قسمن جا لفظ ڏسڻ ۾ ٿا اچن. هڪڙا شبد اُهي آهن جيڪي مون کي پنهنجيءَ اَمڙ وٽان ورثي ۾ مليا آهن. منهنجي ڀنڊار ۾ ٻيا شبد اُهي آهن جيڪي ڏي-وٺ جي ريت سبب ٻين ٻولين مان مليا اَٿم. ٽيان شبد اُهي اَٿم جن جو نرماڻ خود مون ڪيو آهي - منهنجن سپوتن (ساهتيڪارن) ڪيو آهي. البت منهنجي ڀنڊار ۾ ڪي اهڙا شبد بہ آهن جن جي ڪابہ پڇاڻ ڪانہ ٿي پوي. مون کي خود خبر ڪانهي تہ اُهي ڪيئن اچي مون وٽ پهتا. اهي آهن منهنجي ڀنڊار ۾ چوٿين قسم جا شبد. سڃاڻپ جي خيال کان ورثي ۾ مليل شبدن کي، چوان ٿي 'مول' شبد. ٻين ٻولين مان کنيل شبدن کي چوان ٿي 'ورتل' شبد. جيڪي منهنجي ئي ڪک مان ڄاوا آهن انهن کي چوان ٿي



'رچيل' شبد، باقي جن شبدن بابت ڪا خبرچار ئي ڪانہ اٿم انهنکي سڏيان ٿي 'ڏيهي' شبد. مول شبد اُهي اٿم جن جا بنياد، اپڀرنش، پراڪرت کان ٿيندا وڃي سنسڪرت يا ويدڪ سان گڏجندا. منهنجي خزاني جو وڏو حصو، اهڙن شبدن جو آهي. انهن شبدن مان ڪي، بنہ سنسڪرت وانگر آهن جيئن 'ديا'، 'ڪرپا'، 'ڪايا'، 'مايا' وغيره. اهڙن لفظن کي 'تتسم' ٿو چئجي، پر گهڻا مول لفظ اهڙا آهن جن جو روپ سنسڪرت جي روپ کان ڪجهہ ڦريل آهي. اهڙن شبدن کي 'تدڀو' يا 'بدليل' ٿو چئجي. مثال ماتا مان 'ماءُ'، پتا مان 'پيءُ' وغيره نهيل لفظ 'تدڀو' آهن.

منهنجي ڀنڊار ۾ 'ورتل' يا اُڌارا لفظ بہ گهڻائي آهن. مسلماني حڪومت جي اثر هيٺ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا انيڪ لفظ منهنجي خزاني ۾ سمائجي ويا. مثال طور ڪَپ، ڪئنچي، اَمير، غَريب، گُل، بُلبل، ڪاغذ، قلم وغيره.

وري جڏهن انگريزن جو راڄ قائم ٿيو تہ منهنجو خزانو انگريزي شبدن سان ڀرجڻ لڳو. ان جا ٿورا

مثال آهن - سائيڪل، موٽر، بس، ٽرين، اسٽيشن، ٽڪيٽ، هوٽل گلاس، ٽيبل، وغيره. ان کان سواءِ چيني ٻوليءَ جو لفظ 'چانهه'، مليشيا جي ٻوليءَ جو لفظ 'صابوداڻا'، جپاني ٻوليءَ جو لفظ 'رِڪشا'، پورچوگيز ٻوليءَ جو 'پستول'، فرينچ ٻوليءَ جو شبد 'ڪارتوس'، ڊچ ٻوليءَ جو لفظ 'بم' (ٽانگي جون ٻاهر نڪتل ڊگهيون ڪاٺيون جن جي وچ ۾ گهوڙي کي ٻڌبو آهي) وغيره لفظ به منهنجي ڀنڊار ۾ ڀرجي ويا آهن.

منهنجا، پنهنجا رچيل لفظ به ڪوڙ آهن. هڪڙا لفظ اُهي آهن جيڪي ٻين لفظن جي پنيان سنڌي پڇاڙيون لڳائي ٺاهيا ويا آهن. جيئن پنيان 'پڻو' ڳنڍي اَڇوت مان 'اڇوتپڻو'، انسان مان 'اِنسانپڻو' ٺاهيا ويا آهن. 'يَت' لڳڻ ڪري 'سنڌيت' وغيره جهڙا لفظ ٺهيا آهن. ان کانسواءِ گهڻائي نوان لفظ، نون ساهتيڪارن جوڙيا آهن.

ڏيهي لفظن جي مثال لاءِ 'ڪوڏي'، 'ڪوڙي' (٢٠) لفظ ڪٽي سگهجن ٿا. چوڻ جو مطلب اهو آهي ته



منهنجو شبدن جو ڀنڊار ڀرپور آهي ۽ اهو سدائين نون نون لفظن سان ڀرجندو به رهي ٿو. لفظن ڪانسواءِ منهنجي خزاني ۾ اصطلاح ۽ پهاڪا پڻ جهجها آهن، ان سبب منهنجي شبد ڀنڊار ۾ اڃا به اضافو ٿيو آهي.

منهنجا ٻچڙا، شبد ڀنڊار جي خيال کان جي توهان جي ماءُ دنيا جي سڀ کان شاهوڪار ٻولي نه آهي ته ڪا سڀي پِينگي به ڪانهي.

# لپِي

منهنجا ٻارڙا، هيلتائين مون توهان کي پنهنجي خاندان، پنهنجن جدا جدا روپن ۽ پنهنجي گڻن خواهه شبد-ڀنڊار جو احوال ڏنو آهي. اڄ اَچو ته توهان کي پنهنجيءَ پوشاڪ (لپيءَ) بابت ڪجهه ٻڌايان.

هونئن حقيقت اها آهي ته لپي ڪا ڀاشا جي پوشاڪ ڪانهي. پوشاڪ جو لازمي گڻ اهو آهي ته اها پهريندڙ سان گڏ هونديِ آهي پر ڀاشا ۽ لپيون گڏ نه هونديون آهن. ڀاشا آهي آواز ۽ لپي آهي لکيل نشان. آوازن ۾ لکيل نشان ڪو نه هوندا آهن. آواز ته جيئن وات کان ٻاهر اچن تيئن ئي هوا ۾ الوپ ٿي وڃن. لپيءَ جي لکيل نشانن ۾ اُهي آواز آهن ئي ڪو نه. لپي ته اکين سان ڏسي پڙهبيِ آهي، ڪنن سان ٿورو ئي ٻُڌبي آهي؟ باقي لپيءَ جي نشانن ۾ اها خوبي آهي جو انهن نشانن يعني اکرن مان آوازن جو انومان ڪري سگهبو آهي. ان خيال کان ڏسجي ته لپي ڀاشا جو



هڪ قسم جوِ فوٽو آهي. فوٽي ۾ اصلي وَستوءَ جو انومان لڳائي سگهبو آهي. فوٽي ۽ لپيءَ جو ڪم به ساڳيو آهي، اهو ڪم آهي شئَه کي جٽاداريِ بخشڻ. ڪنهن شخص جو فوٽو نڪتل آهي. هاڻي اهو شخص رهي يا گذاري وڃي، فوٽي کي ڏسي اسين اهو انومان لڳائي سگهنداسين ته اهو شخص ڪيئن هو. ساڳيءَ طرح ڀاشا کي لپيءَ ۾ ٻڌي يعني لِکي، اسين ڪيس هزارن لکن سالن تائين قائم رکي سگهون ٿا. صديون اول جو لکيل زامايڻ توهين اڄ به پڙهي سگهو ٿا ۽ انومان لڳائي سگهو ٿا ته ان وقت جي ٻولي ڪهڙي هئي. ساڳيءَ طرح جيڪو شاه جو رسالو توهين اڄ پڙهو ٿا، اهو توهان کانپوءِ ايندڙ توهانجيون سَوين پيڙهيون به پڙهي سگهنديون. اڄ کان هزار سال پوءِ جو ڄاول سنڌي به شاه جو رسالو پڙهي انومان لڳائي سَگهندو ته شاه جي زماني جي ٻولي ڪهڙي هئي. فوٽي ۽ لپيءَ ۾ هڪ ٻي به خاصيت ساڳي آهي. ماڻهوءَ جي غير حاضريءَ ۾ به توهين اهو فوٽو سوَن- هزارن ميلن جي مفاصلي تي موڪلي سگهو ٿا.

اڄ توهين ڏسو وينا تہ اخبارون، مخزنون، ڪتاب (جن ۾ ٻاشا جو لڪيل روپ آهي) هڪ ديش مان ٻئي ديش ۾ پيا موڪلجن.

فوٽي واريون مٿيون خوبيون پوشاڪ ۾ تي نٿيون سگهن؛ پر ان هوندي بہ عام طرح سان لپيءَ کي ٻاشا جي پوشاڪ ئي چيو ٿو وڃي. ان جو مکيہ ڪارڻ اهو آهي جو پوشاڪ وانگر لپي سرير جو لازمي انگ ڪونهي. ڪنهن شخص کي جهڙي وڻي تهڙي پوشاڪ پائي. اڄ هڪڙي قسم جي پوشاڪ ٿو پهري تہ سڀاڻي ٻلي ٻئي قسم جي پوشاڪ پائي. ڪڏهن سوٽ-ڪوٽ چاڙهي چڪر ڏئي، تہ ڪڏهن ڌوتي-ڪڙتو پائي پيو گهمتاريون ڏئي، ڪائي جهل-پل ڪانهي، ڪوئي بنڌن ڪونهي. ساڳيءَ طرح جنهن لپيءَ ۾ وَڻي تنهن ۾ ٻاشا لکجي. اڄ هڪ لپيءَ ۾ لکجي تہ سڀاڻي ٻيءَ لپيءَ ۾. ٻاشا پاڻ ڪوئي شرط ڪونہ رکي تہ مون کي هن يا هن لپيءَ ۾ لکو. جيتوڻيڪ اها ڳالهہ سچي آهي تہ پوشاڪ ۽ لپي مٿائي سگهجي ٿي پر اها ڳالهہ بہ صحيح آهي تہ ڪو شخص جي هڪ خاص



قسم جي پوشاڪ گهڻو وقت پهريندو رهي تہ اها پوشاڪ هن جي شخصيت جو حصو بڻجي ويندي. مثال طور توهان جي ڪائي چاتل-سڃاتل زال، جيڪا سدائين ساڙهي پائيندي هجي، اُها جيڪڏهن پڙو-چولو پائي اچي توهانجي سامهون بيهي تہ توهانکي ضرور عجب لڳندو. ساڳي ڳالهہ لپيءَ سان بہ آهي؛ هڪڙو ڀيرو جيڪا لپي ڪم اچڻ شروع ٿيندي آهي، اُها سَولي بدلجي نہ سگهندي آهي.

ڏِنوَ پنهنجي پوشاڪ (لپيءَ) جو بيان ڪرڻ جي ...ران مان وچي ... ۽ پوشاڪ جي سنبند تي پهتس! ...ن ماڻهن جو اِجهہ اهو حال آهي. شروع ڪن هڪڙي ڳالهہ تہ پهچي وڃي ٻيءَ ڳالهہ تي. چڱو هاڻي اَچان ٿي پنهنجيءَ ڳالهہ تي. پر ترسو، پنهنجيءَ پوشاڪ بابت توهان کي ڪُجھ ٻُڌائڻ کان اول توهان کي هڪڙي ٻي بہ ڳالهہ ٻڌائي ڇڏيان. شروعات ۾ ماڻهو ڪپڙا ڪو نہ پائيندا هئا. جيئن ماڻهو ...ہ ٿيو، تيئن ڪپڙا پائڻ سکيو. اڄا تائين بہ ڪيتريون ئي اهڙيون اسڀيہ جاتيون آهن جن ۾ ڪپڙن پائڻ جو ...ج نہ جهڙو آهي. ساڳيءَ طرح سان

ڀاشا ٻہ جڏھن جنم وٺندي آھي تڏھن لپيءَ جي پوشاڪ کان سواءِ ھوندي آھي. جڏھن ڀاشا جو وڪاس ٿيندو آھي (ڀاشا ساھتيہ رچنا جي لائق ٻڻبي آھي) تڏھن ئي ان لاءِ لپيءَ روپي پوشاڪ جو نرماڻ ٿيندو آھي. اڄا تائين ٻہ سنسار ۾ اھڙيون انيڪ ڀاشائون آھن جن کي لپيءَ جي پوشاڪ ڪانھي. اُھي بنا پوشاڪ ٻہ ٻيون ھلن (ڳالھائجن).

چڱو ھاڻي ٻيون ڳالھيون ڇڏي پنھنجيءَ پوشاڪ تي ٿي اچان. مون پھرين پھرين پوشاڪ ڪڏھن پاتي، اھا پڪي خبر ڪنھن کي ڪانھي. موھن جي دڙي مان لڌل مھرن تي جي ڏنگاڦڏا ليڪا آھن؛ انھن مان مھنجيءَ پوشاڪ جو انومان لڳائڻ اچايو آھي؛ جو تہ منھنجو موجوده روپ ڏھين صديءَ جي آسپاس جي پيدائش آھي. جڏھن مان خودنڪري نروارتي آھيان ڏھہ صديون اول تہ پوءِ منھنجا ڪپڙا وري پنجاھہ صديون پراڻا ڪيئن ٿيندا؟ ايلبروني نالي اتھاسڪار ١٠٣٠ ۾ لکيل پنھنجي 'ھندستان جي حقيقت' نالي ڪتاب ۾ سنڌ جي ٻن لپين جو بيان ڪيو آھي. سندس چوڻ موجب سنڌ جي اُتر واري ڀاڱي ۾ 'اردڌ ناگري' لپي ۽ برھمڻ آباد (يعني حيدرآباد - سنڌ) ۾ 'سينڌو' لپي چالو ھئي. لڳي ٿو تہ منھنجي پھرين پوشاڪ ضرور اھڙي ئي رھي ھوندي جيڪا 'ناگري' يا 'براھمي' لپيءَ جي ڏانوَ تي ٺھيل ھوندي. ھونئَن اھا ٻہ حقيقت آھي تہ ١٨٥٣ کان اول منھنجو ڪو ھڪ ويس ڪونہ ھو. ڪي ديوناگري ويس پھرائيندا ھئم تہ منھنجا واپاري ٻچڙا مونکي 'ھَٽ واڻڪيءَ' جو پھراڻ پھرائيندا ھئا (يعني ھَٽ واڻڪيءَ لپيءَ ۾ سنڌِي لکندا ھئا). زالن جي وري دل ھوندي ھئي گرمکيءَ سان. ان ڪري اُھي پائيندي‌ون ھئم 'گرمکيءَ' جو وَڳو (مطلب تہ زالون گھڻو ڪري گرمکي لپيءَ ۾ سنڌِي لکنديون - پڙھنديون ھيون). مون کي تہ ڪنھن ٻہ پوشاڪ لاءِ اعتراض ھو ڪونہ. ان ڪري سيني ٻچڙن کي خوش ڪرڻ لاءِ سيئي پوشاڪون پائيندي ھئس.

١٨٤٣ ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي ۽ ١٨٥٣ ۾ انھن منھنجي لاءِ ھڪ خاص پوشاڪ مقرر ڪئي. اھا پوشاڪ

عربي لپيءَ جي تاجي-پيٽي تي سنڌي ۽ انگريزي ڪاريگرن تيار ڪئي (يعني نئين لپيءَ جو بنياد عربي لپي هو پر اُن کي سنڌي ۽ انگريز ودوانن سنڌي ٻوليءَ جي ڍنگ تي تيار ڪيو). هن لپيءَ ۾ ۵۲ اکر هئا. ان پوشاڪ کي ڪن 'عربي لپي'، ڪن 'سنڌي عربي لپي' ۽ ڪن رڳو 'سنڌي لپي' ڪري سڏيو. ۱۸۵۳ کان ۱۹۴۷ تائين، منهنجي پوشاڪ عام طرح سان اهائي رهي. البت، ڏرمي سپاوَ وارا ۽ منهنجا برهمڻ ٻچڙا مون کي ڪڏهن ڪڏهن ديوناگريءَ جو ويس بہ پهرائيندا هئا ۽ زالن لاءِ وري ڪڏهن ڪڏهن گرمکيءَ جو وڳو بہ پائيندي رهندي هيس.

۱۹۴۷ ۾ ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. حالتن جي مجبوريءَ سبب منهنجا ڪيترا ٻچڙا پنهنجي سنڌ ڇڏي، هند ۾ هليا آيا. سنڌ ۾ تہ منهنجي پوشاڪ ساڳي رهي. هتي هند ۾ آيلن مان ڪن کي اهو خيال ٿيو تہ ڀارت جي ٻين ڀاشائن جون پوشاڪون (لپيون) ناگري يا ديوناگري پوشاڪ جي ڍانچي تي ٺهيل آهن (يعني ڀارت جي ٻين ٻولين جون لپيون ناگري لپيءَ مان نڪتل آهن) پوءِ



ڇو نہ منهنجي پوشاڪ بہ بدلائي ديوناگريءَ جي ڍنگ جي ڪجي، جيئن ڏسڻ-وائسڻ ۾ آءٌ بہ ٻين ڀينر ٻولين جهڙي لڳان. ان لاءِ اُنهن ڪوششون بہ ڪرڻ شروع ڪيون؛ پر اها ڳالهہ منهنجن ڪيترن ٻين ٻچڙن، خاص ڪري نوجوانن کي نہ وڻي تہ سندن ماءُ جيڪا پوشاڪ سؤ سالن کان پهريندي پئي اچي اها بدلائي ڪيس ٻي پوشاڪ پائجي. هاڻي تہ منهنجا ٻچڙا ٻن پاڻ ۾ ئي اچي اَٽڪيا آهن. عجب اهو آهي تہ ٻئي ڳالهہ ساڳي ٿا ڪن. هڪڙا چون ٿا تہ جي مان ديوناگري پوشاڪ نہ پائينديس تہ جيئري نہ رهي سگهندس؛ ٻيا وري چون ٿا تہ جي مان موجوده ويس مٽائي ديوناگري پوشاڪ پائينديس تہ منهنجي هستي قائم نہ رهندي، پر منهنجا هيءُ سياڻا پٽ، مون کان پڇن ئي ڪونہ ٿا تہ مان ڪيئن جيئري رهنديس.

منهنجا پٽڙا، هيءُ سچ سمجهو تہ منهنجي جيئري رهڻ يا نہ رهڻ جو مدار منهنجي ويس-وڳي تي نہ آهي. آءٌ جيئري آهيان توهان پٽڙن جي آڌار ۽ آسري

تي. جيستائين توهانجو مون مايڙيءَ لاءِ هَڏ ڪُرڪي ٿو، جيستائين توهانجي جيءَ ۾ جيجل لاءِ جاءِ آهي، جيستائين منهنجا ٻچڙا سڏائيندي توهانکي فخر جو احساس ٿئي ٿو، تيستائين مونکي لهر نڪو لوڏو. جي منهنجا ٻچڙا جهونگاريندا رهن :

’جنهن ۾ ڏنم امڙ لولي،
زنده رکندس سا مان ٻولي.‘
۽ وڏي واڪي ڍُهلُ تي ڏونڪو هڻي للڪاريندا رهن

سنڌيءَ لئه سر ڪير نه ڏيندو،
هر ڪو ڏيندو، هرڪو ڏيندو.

ته پوءِ منهنجا وار به ونگو ٿيڻ جو نه آهي.
شل منهنجا ٻچڙا هيءُ سچ سمجهن ۽ دشمنن جيان پاڻ ۾ وڙهي ڍانگا ٿيڻ جي بدران ڀائرن وانگر ڪير ڪنڌ تي رهن، ڄيئن سندن ڀائرن وارو پيار ڏسي مون ماءُ جون اکيون ٺرن.



## ورهاڱي کان اڳ جو سنڌي ساهتيه

منهنجا سپوت سنڌي پٽڙا، اڄ مان توهانکي پنهنجيءَ جيوَن ڪهاڻيءَ جو اهو باب ٿي ٻڌايان جو آهي منهنجي سپاتر سنتان جي سماچار جو باب. اڄ مان توهان کي ٻڌايان ٿي توهانجي انهن ڀائرن - سنڌيءَ جي انهن لعلن جو احوال جن پنهنجيءَ جيجل جي گهڻي سيوا (ساهتيه جي رچنا) ڪئي آهي. اُنهن سپاتر پٽن نه رڳو پاڻ کي ماءُ جي قرض کان آجو ڪيو آهي پر پنهنجي سُڪَرم سان ماءُ کي فخر ڪرڻ جو وجهه ڏنو آهي. انهن سپاتر پٽن سبب ئي آءٌ هڪ جيڏين ۾ ڪنڌ ڪڍڻ جهڙي ٿي آهيان. هاڻي وڌيڪ وقت نه وڃائي اڄو ته توهان کي توهان جي انهن ڀائرن - ڀينرن جو احوال ڏيان جن ماءُ سان گڏ توهان جو به مان مٿي ڪيو آهي. پر هڪ ڳالهه کان توهان کي پهرين ئي آگاهه ڪري ڇڏيان. آءٌ آهيان هڪ هزار سالن جي ٻڍي زال، ان ڪري يادگيري ٿي، وئي اَتم ڪڇ جَهڪي. وري رڳو هن وقت

ٻہ لڳ ڀڳ هڪ ڪروڙ ٻچڙن جي ماءُ آهيان. گذريل هڪ هزار سالن ۾ منهنجا ٻيا ٻہ ڪيترائي ٻار ٿيا هوندا جيڪي پنهنجو ڏونڪو وڄائي، پنهنجو وقت پورو ڪري راہ رباني وٺي ويا. ايتري اولاد مان تہ منهنجا گهٽائي فرض شناس آگياڪاري ۽ سيواڌاري ٻالڪ ٿيا آهن؛ انهن سيني ٻچڙن جا تہ نالا مونکي ياد ڪونہ پوندا. ضرور ڪي وساري ئي ويندس پر انڪري ڪو سندن ڪيل ڪم جي قيمت ڪانہ ٿي گهٽجي. اتهاس ۾ انهن جي سيوا جو ورڻن سونهري اکرن ۾ ٿيندو. اهڙي ڀل-چوڪ لاءِ اُميد تہ اُهي منهنجا سپاتر پٽ ۽ توهين پڻ مون کي معاف ڪندا.

ائين تہ جڏهن منهنجو جنم ٿيو آهي ڏهينءَ صديءَ ڌاري، تڏهن منهنجو اولاد لائقيءَ لڳو هوندو (ساهتيہ جي رچنا ٿي هوندي) يارهينءَ-ٻارهينءَ صديءَ ڌاري. ان وقت تائين ضرور ڪي منهنجا سياڻا پٽ ساماڻا هوندا (ليکڪ-ڪوي ٿياهوندا) جن مايڙيءَ جي سيوا ڪرڻ (ساهتيہ رچنا) شروع ڪئي هوندي؛ پر افسوس جو پندرهينءَ صديءَ تائين ٿيل اهڙن سپاترن دواران ڪيل سيوا جي



ڪنهن کي ڄاڻ ڪانهي. سورهين صديءَ ۾ ٿيل منهنجي ٻن لائق پٽن جو بيان تاريخ ۾ آهي. منهنجا اُهي ٻہ پٽڙا هئا 'قاضي قاضن' ۽ 'بلڙيءَ وارو شاہ عبدالڪريم'. قاضي قاضن جا رڳو ست بيت ٿا ٻڌجن پر انهن ستن بيتن ۾ ٻہ هن سائين لوڪ سائينءَ جي ملڻ واري سموري راهہ روشن ڪري ڇڏي آهي. سندس لکيل هيءَ هڪڙو بيت ئي ڏسو.

'جوڳيءَ جاڳايوس ستو هوس ننڊ ۾،
نيهان نيوءِ ٿبوس سنڌي پريان پيچري.'

هائو، انسان. اگيان جي اياڳي ننڊ ۾ ٿيسين غافل آهي جيسين کہ سچو گياني - جوڳي - کيس جاڳائي ۽ کيس پرينءَ جي پيچري جو پانڌيئڙو بڻائي.

(هاڻي قاضي قاضن جا ٻيا ٻہ گهٽائي بيت مليا آهن).

اا شاہ ڪريم (١٥٣٦-١٦٢٤) وري ان پرينءَ جي پنڌ ۽ پيچري جو بيان ڪندي ٻڌائي ٿو جيستائين سالڪ سائينءَ جي سڪ ۾ رئندي اکين مان آب جي بدران رت نٿو روئي تيستائين هو هن حبيب کي هٿ ڪري نہ سگهندو.

’نيهن نياپي نہ ٿئي سڏين سيڻ م هون،
ڪارئين راتين رت ڦڙا جان نيڻ م رون.‘

گانڌيجيءَ ٽن باندرن جي صورت دوارن جا ويهنءَ صديءَ ۾ سکيا ڏني، ان جو اَنيوُ سورهينءَ صديءَ ۾ ئي هن سنڌيِ سپوت ڪيو هو. تڏهن تہ چوي ٿو :

واڻي وڃيم شال، ڪنن سين ڪين سڻا،
پلو ڪري جي پال تہ اکين ڪون اَنڌو ٿيان.‘

جنهن سنڌي سپوت شاهہ ڪريم جي ڪلام کي سوڌي، سنڌي پائرن جي اڳيان پيش ڪيو،سو هو دائود پوٽو.

سترهين، ارڙهين ۽ اُڻويهينءَ صديءَ ۾ منهنجا اهڙا لاکيڻا لعل ٿيا جن مون مائڙيءَ جو اندر ئي ٺاري ڇڏيو. منهنجو سدا جرڙيو شاهہعبداللطيف (١٦٨٦-١٧٥٦) جنهن کي صدق وچان ’ڀٽائي گهوٽ‘ بہ چوندا آهن، ان جي تہ ڪهڙي ڳالهہ ڪريان؟ سندس هاڪ مڙئيِ ولائتون واسي ڇڏيون آهن. سهڻيءَ جي سک ۽ سسئيءَ جا سوُر، مومل جا ماڻا ۽ ماروئيءَ جو مرم، سنڌڙيِءَ جي سک ۽ سائينءَ جي سار، اِهي مڙئيِ وارتائون هن وينجهار جي واتان ائين نڪتيون آهن جو جڻ تہ لفظن جي اَملهہ



موتين جوُن من موهڻيون مالهائون ٻڌجي پيون آهن.

ان ئي عرصي ۾ ٿيو منهنجو صوفي- لاکوفي سچل سرمست. خود خدائيءَ جي دعويٰ ڪندو، ٻانهپ جي زنجيرن کي ٽوڙيندو، هيءُ منصور ڈُهلَ تي ڏونڪو هڻي ٿو چوي :

’مرد هجين تہ منصور سڏاءِ.‘

هنن ٻنهيِ کان نرالو ٿيو منهنجو پٽڙو ساميِ. ويدن جي واڻيءَ کي سنڌيءَ منجهہ سڻائڻ جو ڪاريہ منهنجي هن سنت - ڪويءَ پورو ڪيو. سري جي سريلي ٻوليءَ دواران هن يوگيءَ برهم، جيوَ مايا جا مڙئيي راز کولي پڌرا ڪيا. اوديا ۽ اگيان جي اونده جي اُپڏار ڪندي هن سنت، گروءَ جي گيان جي گم بہ ڏني.

ان عرصي ۾ منهنجا ٻيا بہ ڪيترائي سپوت ساماڻا . انهن مان جن گهڻو نانءُ ڪڍيو سي هئا سوز ڀري مداح جو لکندڙ سرفراز ڪلهوڙو، ماتم ڀريا مرثيہ لکندڙ ثابت علي شاهہ، مولود، مداحون ۽ ڪافيون لکندڙ ڪامل فتح فقير، هجو ۽ طنز لکندڙ خير شاهہ پرديسي، ڪنبڙيءَ ۾ ڪرتار ڏسندڙ صوفي درويش روحل، پپر ۽ ٻبر جي ڦير ۾ نہ ڦاسجندڙ دلپت درويش، نيڪيءَ جي تصوير

بيڪس، دلبر کي دل ڏئي ڇڏيندڙ بيدل ۽ گل جهڙو آخوند گل.

مطلب تہ هن عرصي ۾ جن منهنجن لعلن پنهنجو ۽ منهنجو نالو روشن ڪيو سي هئا صوفي ۽ سنت، ڀڳت ۽ درويش. اُنهن جڳ ۽ جيوَن، هن لوڪ ۽ پرلوڪ جا مڙيئي راز پروڙيا هئا. اُنهن پنهنجيءَ اندر جي سوجهيءَ سان ان سائينءَ کي ڄاتو ـ سڃاتو ۽ پنهنجيءَ واڻيءَ ۾ ورڻن ڪيو.

هيءُ منهنجا مڙيئي پنڙا ڳائڻا پڪي (شاعر) هئا. اُنهن جيڪي ڪجھ آکيو اهو سڀ آهي شعر يا نظم.

اُڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري (١٨٤٣) هڪ وڏو واقعو ٿيو، جنهنجو مون تي ڏاڍو اثر ٿيو. اهو واقعو هو انگريزن جي منهنجي ملڪ تي فتح. اهڙيءَ ريت سنڌ پڻ انگريزن جي سامراجي چنبي ۾ اچي وئي. هيءُ انگريز پاڻ سان گڏ نہ رڳو گورا سپاهي وٺي آيا پر پاڻ سان آندائون يورپ جي سڀيتا، سنسڪرتي ۽ ساهتيہ. انهن نون ويچارن جي اثر هيٺ گهڻائي منهنجا سپوت نکري نروار ٿيا.



انهن ۾ ڳائڻا (شاعر) بہ هئا تہ ٻولڻا (ليکڪ) بہ هئا. ڻويهينءَ صديءَ جي پوئين اڌ کان ويهينءَ صديءَ جي اڌ تائين منهنجا گهڻائي لعل پيدا ٿيا. جنهن ڳالهہ ۾ منهنجا هيءُ پٽڙا پنهنجن اڳين ڀائرن کان نرالا هئا، سا هئي ويچارن جي نواڻ. منهنجا اڳيان ٻچڙا هئا سنت ۽ درويش ان ڪري اُنهن ڪئي ٿي رڳو سچي سائينءَ جي سنڀار، پر منهنجا هيءُ سدا جڙيا هئا نون ويچارن ۽ وهنوارن وارا. پارسيءَ ۾ پربيڻ هئا تہ انگريزيءَ جا بہ عالم هئا. پنهنجيءَ ماءُ سنڌي ٻوليءَ جي سيوا جو خيال تہ هون، ان سان گڏ پنهنجيءَ جاتيءَ ۽ ديش جي اُڌار جو بہ اونو هون. انگريزن جي آئي جو غلاميءَ جو گهانگهو اچي ڳچيءَ پيو هو ان کي بہ لاهي ڦٽو ڪرڻ ٿي چاهيائون. ائين بہ ٿي چاهيائون تہ سماج مان ڪچايون ۽ ڪُڌايون ڪوري ڪڍجن جيئن سماج سگهي ۽ سڄاڳ ٿئي. ان ڪري مان سمجهان ٿي تہ هن سؤ سالن جي عرصي کي چئجي ٿي جيڪر 'سڄاڳيءَ جو دَور.'

هن دور ۾ جي منهنجا نانءَ چڙهيا ڳائڻا (شاعر)

پنڙا ٿيا سي هئا : مرزا قليچ بيگ، جنهن ’موتين جي دبليءَ‘ ۾ رباعين جا جرڪندڙ اَملهه موتي پيش ڪيا. انهن موتين جي چمڪ سان چوڌر چانڊاڻو ٿي ويو. ’خاڪي‘ ۽ ’سانگي‘ غزلن جي گوهرن جا جهول ڀري آيا. هنن شاعرن بحر-وَزن تي پورا عالماڻا غزل لکي سنڌيءَ جي خزاني کي ڀريو. منهنجي سپوت ڪشنچند ’بيوَس‘ پنهنجيءَ بيوسيءَ سان وڏو وَس ڪري ڏيکاريو. سيني لاءِ لکيائين. ٻارڙن لاءِ منڙا موڄي گيت لکيائين ته وڏوا جي وِهه ڀري زندگيءَ جو چتر به چٽيائين. هاريءَ ۽ مزدور جي دردن جو داستان ٻڌايائين ته قدرت جي اڻ مَئي سونهن، جا دل ڏتاريندڙ روپ به ظاهر ڪيائين ديش ڀڳتيءَ جا ٻول به ٻوليائين ته سائينءَ جي ساراهه به ڪيائين؛ مطلب ته ڪنهن کي نه وساريائين. سندس ’ساموندي سپون‘، ’شيرين شعر‘ ۽ شعر بيوس‘، سنڌي ساهتيه جو سونهن ڀريو سينگار آهن: دکايل، دلگير، رام پنجواڻي هن لائق گروءَ جا لائق شِشَ آهن.

دکايل آهي ڳوٺاڻي جيوت جو ڪوي. ڪنيو ڪنجري



پيو ڪڙڪائي ۽ پيو ڳائي :

ڳوٺ وَسن منهنجي سنڌڙيءَ جا.‘

’ونڻ کهاڙي‘ ۽ ’ليلي مجنوءَ جون ڪاويه-ڪٿائون ٻڌائي هن منهنجي ٻار سنڌين کي جهومائي ڇڏيو. ’سنگيت ڦول‘ ’سنگيت مکڙيون‘ ۽ ’سنگيت ورکا‘ ۾ شعر ۽ سنگيت جو ساگر ٿو لهرائي.

هري دلگير اول ته گيتن جا رنگين ’ڪوڏ‘ ميڙي آيو، پوءِ ته منڙن مڌر گيتن جي ڏم لائي ڏنائين.

منهنجو مٺڪي وارو منڙو پُٽ رام پنجواڻي، ان کي ته توهين سڀ سڃاڻو. دلي تي اُهي دهرا هٽ هٽندو آهي جو ٻڌندڙن جي اندر اُمنگن جو ساگر اُڇلي پوندو آهي ۽ ان سان گڏ تاڙين جو ڦهڪو ۽ متي جي جهوم شروع ٿي ويندي آهي.

منهنجو غريبڙو ٻچڙو پرسرام ضيا، جنهن کي ياد ڪندي منهنجو اندر ٿو ڳري، منهنجو هيءُ پٽڙو غريبيءَ ۾ رهندي به مايڙيءَ جي سيوا ڪندو رهيو. اهڙو اولاد شل هر ڪنهن کي نصيب ٿئي.

منهنجو عالم ۽ ماهر پٽ آهي ’ليکراج عزيز‘؛ سندس علميت کان ڳو ڪائي ڪيترائي سندس پائر ڪانئس پڇي پاسو ڪندا آهن، پر جن کي ڄاڻ آهي سي سندس واهه جو قدر ڪندا آهن.

اڃا تہ منهنجا گهڻائي ٻيا بہ ڳائڻا سپوت انهن سؤ سالن جي عرصي ۾ ٿيا آهن. رباعين جي رُب پياري تن -من کي تازو ڪندڙ منهنجو ڊاڪٽر پٽ هرو سدارنگاڻي ’خادم‘، فنا ۾ ئي بقا سمجهندڙ فاني، سنڌو درياهه جي صدا هڻندڙ ۽ خود خدا لاءِ شڪايت ڪندڙ منهنجو اِنقلابي پٽڙو حيدر بخش جتوئي، ٻيجل جيان ٻاڪريندڙ منهنجو شيخ اياز - جيڪو سر جي صدا هڻندو اچي ۽ ڏيهين کي راءِ ڏياچ جيان ڏيہ لاءِ سر ڏئي سرهو ٿيڻ جو سبق پڙهائيندو اچي، پٽ هوندي بہ ڏيءُ جهڙو لڄارو منهنجو ’شيام‘، جيڪو جيترو آهي نماڻو اوترو ئي آهي خيال جو اونهو.

هنن پٽڙن مان گهڻا تہ اڃا بہ مايڙيءَ جي گود ۾ري وينا آهن ۽ پيا ٻڍيءَ ماءُ جي سيوا ڪن. اڄ مونکي



پنهنجي ٻچڙي سڳن آهوجا جي گهٽي ساروٽي ٿي ٿئي جيڪو بي وقتائتو مليءَ ماءُ جي گود خالي ڪري هليو ويو. هنن پٽڙن ۽ ٻين نون ڳائڻن پٽڙن جو وڏيڪ احوال توهان کي پوءِ ڏينديس. هاڻي توهان کي ڪجهہ پنهنجن ٻولڻن (ليکڪ) پٽڙن جو بہ احوال ٻڌايان، جن انگريزن جي سنڌ ملڪ فتح ڪرڻ کان وٺي ملڪ جي نياڳي ورهاڱي جي عرصي تائين پنهنجيءَ ڪلڪرانيءَ سان واهه جو ڪمال ڪري ڏيکاريو. انهن پنهنجن ليکن، ڪهاڻين، ناولن ۽ ناٽڪن جي دواران نہ رڳو ماءُ-سنڌي ٻوليءَ جي سيوا ڪئي پر سماج جي رهبري بہ ڪئي.

ديوان ننديرام، ديوان پريداس، ديوان اُڌارام، ديوان نَولراءِ، قاضي غلام علي، ميران محمد شاه وغيره منهنجا اهڙا ٻچڙا هئا جن درسي ڪتاب لکي ننڍڙن ٻارڙن لاءِ پنهنجيءَ جيجل-سنڌيءَ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو دروازو کوليو؛ پوءِ تہ گهڻائي نثر نويس پيدا ٿيا.

مرزاقليچ بيگ ناٽڪن جا ترجما ڪيا، اصلي ناول لکيا، تاريخي ڪتاب لکيا، شاه عبداللطيف

جو احوال ڏنو؛ ڪو وشئہ نہ ھہِ جنھن تي قليچ بيگ قلم نہ هلايو!

منھنجو پيو منو پٽ ٽيو ڪوڙومل. جنھنجو نالو سو ڪوڙو هو، باقي هو ماڪيءَ ڪان بہ منو. منھنجي هن پٽ 'رتناولي' اصلي ناٽڪ لکيو، ڪيترا ترجما ڪيائين. ٻارڙن لاءِ ڪتاب لکيائين،پر وڏي سيوا اها ڪيائين جو ساميءَ جا سلوڪ هٿ ڪري-سوڌي ڇپايائين،جنھن ڪري سنڌين ڪي پنھنجي هن نماڻي سنت جي ڄاڻ پئي.

منھنجو ڪيولرام سلامتراءِ 'سوکڙي' ۽ 'گل شڪر' جھڙيون لاثاني سوکڙيون کڻي آيو. منھنجي ڳاٽئي پٽ خاڪيءَ سٺا ناٽڪ لکيا، رامايڻ ۽ مهاڀارت کي ناٽڪي جامو پھرايائين. ديوان پريتمداس وري 'عجيب پيت' ناول لکي وڏو شرف حاصل ڪيو. ڀيرومل مهرچند- جنھن کي اوهين سڀ 'ڪاڪو' ڪري ڪوٺيندا آهيو-سو وڏو اُستاد هو. واهہ جو منھنجي تاريخ گھڙي تيار ڪيائين ۽ نالو بہ رکيائين 'سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ'. پرمانند ميوارام وڏو عالم هو. سندس جوڙيل سنڌي-انگريزيءَ جون ڊڪشنريون



اڄ بہ سندس علميت جي ساک ڏيون پرين. وري مضمون - نويس بہ واهہ جو هو. ڪيس چون ئي سنڌي مضمون نويسيءَ جو ابو. 'جوت' مخزن دواران واهہ جي جوت جڳايائين.

جيٺمل پرسرام بي باڪ اخبار نويس هو. وڏ -وڏيرن مان ڪين ڏرندو هو. 'چمڙاپوش جون آکاڻيون' لکي گھڻن ئي ڍونگين جا پول پڌرا ڪيائين. 'لات لطيفيءَ' ۾ وري شاهہ عبداللطيف جي لياقت جي ڇنڊ-ڇاڻ ڪري سنڌين کي آلوچنا يا تنقيد جو رس وٺايائين.

لعلچند امرڏنومل تہ هو، 'ڏَکر'، اصل سيني کي ٺھڪائي ڪڍندو هو؛ ٻولي اهڙي ڀھڳٽي لکندو هو جو ليک بہ ڪوتا جھڙو رسيلو لڳندو هو. 'چوٽ جو چنڊ' ناول ۽ 'مومل راڻو' ناٽڪ لکيائين. 'ٿلن مٺ' ۾ سندس مضمون سمايل آهن.

خانچند درياڻيءَ کي چون ناٽڪ نويسيءَ جو اَبو. 'ملڪ جا مدبر'، 'ديش جي صدقي' وغيره ڪيترائي ناٽڪ لکيائين.

ڊاڪٽر گربخشاڻي بہ وڏو عالم هو. هن عالم، شاهہ جي رسالي کي سوڌي-سنواري پيش ڪيو. ان کان سواءِ ’نور جهان‘ نالي ناول پڻ لکيائين.

ليلارام ڦيرواڻيءَ ليلاچنيسر جي قصي کي آڌار بڻائي ’هڪ رات‘ نالي وارو ڏاڍو شاندار ناٽڪ لکيو.

منهنجي رشي پٽ ڏيارام گدومل ’من جا چهبوڪ‘ لکي گهڻن سنڌي پائرن کي رستو ڏيکاريو تہ من کي ڪيئن چهبوڪ هڻي سڌو ڪجي.

منهنجي شاعر پٽ بيوس ڪيترائي سماج سڌار وارا ناٽڪ لکيا.

مٿي جن پنهنجن ليک پٽن جو بيان ڪيو اٿم اُهي هن جهان جي چمن ۾ پنهنجي خاص ڪٿوري ڇڏي وڃي عدم جي پيٽ ۾ سمايا آهن.

هاڻي توهانکي انهن ٻچڙن جو احوال ٿي ڏيان جيڪي ان عرصي ۾ ئي پيدا ٿيا پر اڃا تائين ٻڍڙيءَ مايڙيءَ جو پرجهلو ٿيو وينا آهن. اُهي آهن لالسنگهہ اَجواڻي، جو وڏو ودوان ۽ ساهتيڪار آهي. ’ويچار‘ ۾ واهہ



جا عالماڻا ويچار ظاهر ڪيا اٿس.

ڪلياڻ آڏواڻي منهنجو ٻيو ماهر پٽ آهي. هن پنهنجيءَ علميت جي خوشبوءِ سان سموريءَ جاتيءَ کي سڳنڌ پريو بڻائي ڇڏيو آهي. ’شڪنتلا‘ ناٽڪ جو سنسڪرت مان سهڻو ترجمو ڪيو اَٿس.

آسانند مامتورا شاعراڻي طبعيت جو ناول نويس آهي. سندس لکيل ’شاعر‘ نالي وارو ناول هڪ اعليٰ درجي جي رچنا آهي.

نارائڻداس ڀمباڻي ۽ رام پنجواڻي منهنجا ناول نويس پٽڙا آهن. ڀمباڻيءَ ’مالهڻ‘ ۽ ’وڌوا‘ ناولن کانسواءِ شاهہ جي سورمين تي بہ لکيو آهي. منهنجو پنجواڻي پٽڙو، ناول بہ لکي تہ ناٽڪ بہ لکي ۽ وري اُهي ناٽڪ ڪري بہ ڏيکاري. شاهہ جي مٽني لوڪ ڪٿائن کي ناٽڪي روپ ڏنو اٿس. سندس لکيل ’قيدِي‘ ۽ ’لطيفه‘ ناولن چڱي هاڪ ڪئي آهي.

منگهارام ملڪاڻي آهي منهنجو ناٽڪي پٽ. ننڍن ناٽڪن لکڻ ۾ اصل ماهر آهي. ناٽڪ لکيائين،

خود اسٽيج تي ڪيائين ۽ ناٽڪ منڊليون ٺاهي اُهي ناٽڪ
ڪرايائين.

ڇهر ڀر واري لکڻي پڙهڻي هجيوَ تہ پڙهي ڏسو
نارائڻداس ملڪاڻيءَ جا ڪتاب ’ڳوٺاڻي ڇهر‘ ۽
’انارداڻا‘.

تيرٿ بسنت آهي منهنجو ڇِٽڪي ٻُٽ، جنهن جي
مضمونن ’ڇٽڪون‘ ڇٽي ڇٽ لڳائي.

گوبند ڀاٽيہ جي مضمونن جا ’ورق‘ بہ واهہ جا ويچار
پيريا هئا.

شيوڪ ڀوڄراج ’دادا شيام‘ ۽ ’آشيرواد‘ جهڙا اعليٰ
ناول لکيا.

منهنجيءَ هڪڙيءَ ڏيئڙيءَ گلي سدارنگاڻيءَ بہ
پاڻ ملهايو. ’اتحاد‘ ناول لکي هن اهڙي تہ ٻي باڪيءَ
جو مثال قائم ڪيو جو مردن کان بہ گوءِ کڻي وئي.

ٻيا جن جا نالا ٿا ياد پون سي هئا دائود پوٽو،
حڪيم فتح محمد، محمد صديق ميمڻ ۽ چيتن ماڙيوالا.
(مٿي جن بہ ليکڪن ۽ شاعرن جا نالا کنيا ويا آهن، اهي
سڀ گذاري ويا آهن).



انهيءَ عرصي جي پڇاڙيءَ وارن سالن ۾ نوجوانن
جو هڪڙو ٽولو نڪري نروار ٿيو. جن ۾ اڳرا هئا
گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، اُتم، انصاري، سگن آهوجا،
امرو هنگوراڻي، پوپٽي هيرانندڻي، شيخ اياز وغيره.
هيءَ مڙيئي نون خيالن وارا نوجوان هئا ۽ نئين ادب جي
نرماڻ ۾ لڳل هئا ۽ گهڻي ڀاڱي ڪهاڻي لکڻ جي ڪلا ۾
قابل هئا. (ڪيرت ٻاٻاڻيءَ کان سواءِ باقي سڀني جو
ديهانت ٿي چڪو آهي.)

هن عرصي ۾ گهڻيون ئي مخزنون ۽ رسالا بہ نڪتا.
ميلارام منگترام ’سندر ساهتيہ‘ مخزن شروع ڪئي.
بولچند راجپال ’سنڌو‘ ۽ جڳت آڏواڻيءَ ’ڪهاڻي‘ مخزن
جو سمپادن ڪيو. ان کان سواءِ ’رتن‘، ’ڀارت جيون‘، نئين
دنيا‘ وغيرهہ رسالا بہ نڪتا. انهن مخزنن دواران منهنجي
گهڻي مشهوري ٿي ۽ منهنجو مان مٿي ٿيو. (مٿي ٻڌايل
سڀ مخزنون بند ٿي ويون آهن.)

پر چوندا آهن تہ ’سڀ دن هوت نہ ايڪ سمانا‘.
سڀ ڏينهن ڪنهن جا بہ هڪ جهڙا نہ ٿيندا آهن. خوشين

ٻنيان رنج ۽ چاڙهين پنيان لاهيون ھڻنديون آهن. بخت سدائين ڪنهن سان به نيبه ڪونهي. مون سان به ساڳي ڪار ٿي. قدرت کان منهنجي خوشي سني نه وئي ۽ قدرت جو ڪشيل ڪان ڪمان مان ڇٽي ويو. ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ جو ڏينهن آيو ۽ ملڪ جو ورهاڱو ٿي ويو. ورهاڱي جي چريءَ منهنجن ٻچڙن کي ٻن حصن ۾ ڪپي ورهائي ڇڏيو. ڀارت جي آزاديءَ جي ڀڳيه ۾ وڏي آهوتي وجهڻي پئي منهنجن سنڌي ٻچڙن کي. ملڪ جي ورهاڱي سبب سنڌي، سنڌيءَ کان ڌار ٿي ويو. ڀائر، ڀائرن کان وڇڙجي ويا. سڀ سنڌي هوندي به ھڪڙا سنڌي سنڌ ۾ رهيا ته ٻيا سنڌي، سنڌ ۾ پنهنجا اباڻا اَجها ڇڏي اچي هند ۾ پهتا. هاڻي منهنجا هڪڙا ٻچڙا آهن سنڌ ۾ ۽ ٻيا آهن هند ۾. مني ماءُ ڏسي ويني ته ننهن ۽ ماس جيان گڏ رهندڙ ڀائر اڄ ٻوهيمڻن جي داڻن وانگر هڪ-ٻئي کان وڇڙجي جدا ٿي ويا آهن. پر ويچاري ڪري ڇا ؟ هيءَ نماڻي ڪير جا اَمر جي آڏو اچي؟ رڳو ويچاري هٿ کڻي پئي دعائون ڪري ته ٻچڙا جتي به هجو سکي هجو،



شاد هجو، آباد هجو، وڌو-ويجهو پر پنهنجيءَ مايڙيءَ کي نه وسارجو. سنڌ جي اولاد آهيو، سنڌيءَ جي اولاد آهيو، سدائين سنڌي سڏائجو ۽ سنڌي ٿي رهجو.

چڱو ٻچڙا، اڄ هتي بس ٿي ڪريان، توهين به هاڻي ضرور ٿڪا هوندا. وري ڪنهن ٻئي دفعي توهانکي پنهنجو وڌيڪ احوال ٻڌائيندس.

# ورهاڱي کان پوءِ جو سنڌي ساهتيہ

منهنجا ٻارڙا، اڄ تہ اچو توهان کي پنهنجي باقي جيوت جو باب ٻڌائي پنهنجي رام ڪهاڻي پوري ڪريان.

تنهن ڏينهن مون توهان کي ٻڌايو تہ ڀارت جو ورهاڱو مون کي بيحد مهانگو پيو. منهنجو اولاد ٻن جدا ملڪن ۾ ورهائجي ويو ۽ اهڙيءَ ريت ڀائر ڀائرن کان جدا ٿي ويا. منهنجن ڪيترن ٻچڙن کي مجبور ٿي سنڌ ۾ پنهنجا اباڻا اَجها ڇڏي اچي هند ۾ شرڻ وٺڻي پئي. ورهاڱي جي هڪ ٻئي ڌڪ سان، هڪ ڏينهن ۾ ئي منهنجا ٻارڙا سنڌواسيءَ مان هندواسي بڻجي پيا. ائين هند سنڌ کان جدا ڪانہ هئي. ورهاڱي کان اول سنڌ ۾ رهندي بہ منهنجا ٻچڙا سنڌواسي هوندي بہ هندواسي هئا. منهنجن ٻچڙن کي سنڌواسي سڏائڻ ۾ ڪو حجاب ڪو نہ ٿي ٿيو، هنن کي تہ ڀارتواسي سڏائيندي بہ فخر ٿيندو هو پر افسوس جي ڳالهہ اها ٿي جو ڪانئن سنڌواسي سڏائڻ جو حق ڪسجي ويو! ڀرهاڻي گذريءَ کي ياد ڪرڻ مان



ڪو فائدو ڪونهي. ڏڌو کير تہ [illegible]ٿڻين پوٺو ڪونهي پوءِ اَجائي هاءِ هاءِ ڪرڻ مان ڪهڙو س[illegible]؟ هونئن بہ مصيبتون مردن تي ايندين آهن. وقت جي و[illegible]ن تي منهنجن ٻچڙن کي ڪي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا آه[illegible] تہ ڀؤ ڪونهي. اُميد تہ منهنجا جُنگ جوان چڪڻ مان [illegible]ڙهي وڃي پار پوندا.

هاڻي توهان کي ٻڌايان تہ [illegible]ش جي ورهاڱي کان پوءِ منهنجي ڪهڙي حالت ٿي آ[illegible]ي ۽ منهنجن سپاتر پٽڙن منهنجي ڪهڙي سار-سنڀار [illegible]ي آهي. البت هيءُ احوال اَڻ پورو هوندو ڇاڪاڻ جو ان [illegible]رڳو سرحد جي هِن پار (هندستان) جو احوال هوندو. سرد[illegible] جي هُن پار (سنڌ-پاڪستان) جو احوال آءٌ اوهان کي [illegible]يئي نہ سگهنديس. راڄنيتڪ ناڪابنديءَ سبب آءٌ انهن ٻچڙن جي خبرچار کان محروم آهيان.

هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ م[illegible]نهنجن ٻچڙن کي ڏاڍي ڪشمڪش کي منهن ڏيڻو پيو. هڪ طرف روٽي-روزيءَ جي چنتا، ٻئي طرف مون مڙه[illegible]ءَ ماءُ جو اونو؛ پر منهنجن شيرن همت نہ هاري. جي عم[illegible]ڪائي مٿي چڙهيا

هئا انهنجي دل اندر البت دهڪو هو باقي جوانن جو جوش ۽ جولان تہ ڏسڻ وٽان هو. جتي ڪٿي جماعتون ٺاهيائون، منڊل برپا ڪيائون، اخبارون ۽ رسالا شروع ڪيائون، سڀائون ۽ سيمينار ڪوٺيائون، ڀاراٽا ڪڍيائون، ڇيڄون وِڌائون، ناٽڪ ڪيائون، پڳتيون وڌائون، ميلا لڳايائون، مطلب اهوئي تہ ماءُ-سنڌيءَ ڪي سلامت رکڻ لاءِ ڇا ڇا نہ ڪيائون؟ آخر سرڪار بہ سنڌي سڏ اونايو ۽ مونکي پنهنجين ٻين پيئر پارٽي ٻولين جيان هند جي وڌان ۾ برابريءَ جو درجو مليو. پنهنجي سپاتر اولاد جي ڪوشش سان مون کي اهو مان مليو آهي جو جيڏين-سرتين ۾ ڪنڌ مٿي ڪيو ٿي گهمان. سچ اهو آهي تہ منهنجن پٽن کي جيترو هاڻي منهنجو اونو آهي اوترو سنڌ ۾ رهندي ڪين ڪونہ هوندو هو. اهوئي سبب آهي جو هنن ويهارو سالن ۾ هنن منهنجي ايتري سيوا (ساهتيہ جي رچنا) ڪئي آهي جيتري گذريل سؤ سالن ۾ بہ هنن نہ ڪئي هئي.

هاڻي اَچو تہ توهان کي سنڌن سيوا جو سماچار



ڏيان. منهنجن شاعرن پٽن ۾ هڪڙا اُهي آهن جيڪي سنڌ کان وٺي پنهنجيون لاتيون نوندا ٿا اچن. منهنجا اُهي جهونا جوڳي آهن عزيز، دکايل، دلگير، شيام، خادم، فاني، وفا، رام وغيره. منهنجي ماهر پٽ عزيز کي هتي هند ۾ 'پنج هزاريءَ' جو پد حاصل ٿيو آهي. ڇو، ائين ڇو پيا نهاريو؟ 'پنج هزاريءَ جو پد' نہ سمجهيوَ ڇا؟ 'پنج هزاري' معنيٰ اهو ساهتيڪار جنهن کي هندستان جي اعليٰ ساهتڪ سنستا (ساهتيہ اڪادمي) جو پنجن هزارن وارو سڀ کان وڏو انعام مليو هجي. هاڻي تہ سمجهيوَ نہ؟

پنجن هزارن جي اِنعام جي ڳالهہ نڪتي آهي تہ اڳوڻءِ انهن سڀني پٽڙن جا نالا اوهانکي ٻڌايان جن کي اهو مان مليو آهي.

'ڪنور' ڪتاب تي پنج هزار انعام پائڻ وارو تيرٿ وسنت آهي پهريون 'پنج هزاري'. ٻيو پنج هزاري منهنجو مٺڪي وارو پٽڙو رام پنجواڻي جنهنکي اهو انعام مليو سندس ڪتاب 'انوکا آزمودا' تي. ٽيون پنج

هزاري ٻٽيو عزيز، جنهنکي سندس شعرن جي ڪتاب ’صراحيءَ‘ سبب اهو پد پراپت ٿيو. چوٿون پنج هزاري آهي منهنجو عالم پٽ ڪلياڻ آڏواڻي، جنهن شاهه جي رسالي کي نئين سر سوڌي سنواري پيش ڪيو. پنجون پنج هزاري آهي منهنجو پٽڙو منگهارام ملڪاڻي جنهن کي سندس ’سنڌي نثر جي تاريخ‘ تي اهو اِنعام پلئه پيو آهي ۽ ڇهون پنج هزاري آهي منهنجو شاعر پٽ نارائڻ شيام جنهن کي سندس ’وارِيَ ڀريو پلاند‘ لاءِ هيءُ اِنعام مليو آهي.

شاعر پٽڙن ۾ ٻيا آهن منهنجا اُهي نوجوان پٽڙا جن هندستان ۾ اچي پنهنجو جوهر ڏيکاريو آهي. اُهي تہ آهن گهڻا، سڀني جا تہ نالائي مونکي ياد نہ پوندا. انڪري رڳو انهن جا نالا ٿِي ٻڌايانوَ جن مڙني کي توهين ڄاڻو - سڳاڻو، شاد، آنچل، موتي پرڪاش، گورڌن ڀارتي، ايم ڪمل، هريڪانت، لڇمڻ ڪومل، اِندر ڀوڄواڻي، موهن ڪلپنا، هريش واسواڻي، وغيره انهن جوانن ۾ اڳرا آهن.



منهنجا ٻيا شاعر پٽڙا جن سنڌ خواه هند ۾ منهنجي سيوا ڪئي سي هئا پرسرام ضيا، سڳن اهوجا ۽ ليکراج عزيز اِهي ٽيئي مون مائڙيءَ جي گود سُڃي ڪري هليا ويا آهن.

منهنجن ليکڪ پٽڙن تہ هند ۾ اچي واهہ جو وارو وَڄايو آهي. منهنجن جهونن ليکڪ پٽڙن مان جن هتي بہ پنهنجو فرض پاليو آهي تن ۾ اڳرا آهن لالسنگهہ اَجواڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، منگهارام ملڪاڻي، تيرٿ بسنت، منوهرداس ڪوڙومل، ناگراڻي، جئرامداس دولترام، گنگارام سمراٽ، فتحچند واسواڻي. هنن پٽڙن مان ملڪاڻيءَ ڪانسواءِ ٻيا مڙيئي مضمون لکندڙ ۽ عقل وارا آلوچڪ آهن؛ ملڪاڻيءَ مضمونن سان گڏ ناٽڪ بہ خوب لکيا آهن. منهنجي هنن پٽڙن بہ هن سنسار کي الوداع ڪري وڃي اگمُ ديس وسايو آهي.

منهنجا اُهي نوجوان پٽڙا، جن سنڌ ۾ ئي نَوَن ويچارن واري نئين ساهتيہ جو نرماڻ شروع ڪيو هو، هتي سندرو ٻڌي سماج ۽ ساهتيہ سيوا جي ميدان ۾ ڪاهي پيا. ان ڏس ۾ گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ اُتم

جون ڪيل سيوائون وسرڻ جون نہ آهن. اُهي مڙيئي ڪهاڻيون بہ لکن تہ مضمون بہ لکن. مخزنون هلائين ۽ ساهتڪ سنسٿائون قائم ڪن. مالهيءَ تہ سنڌي ڪلا-سنگيت ۽ ناٽڪ جي ڦهلاءَ لاءِ بہ ڪافي ڪوشش ڪئي آهي. سنڌي ڪلا جي ڏس ۾ جنهن گهڻي ۾ گهڻو پاڻ مڙڪيو آهي سو آهي رام پنجواڻي. منهنجو اهو منو پٽ نہ رڳو هند پر هندستان کان ٻاهر دور ولائتن ۾ رهندڙ سنڌين کي بہ سنڌيت جا سر ٻڌائيندو ٿو رهي.

منهنجن ليکڪ پٽڙن جي جيڪا نئين پيڙهي هندستان ۾ اچي ساماڻي آهي سا پنهنجيءَ پراڻي پيڙهيءَ کان پوريءَ طرح سان ڦريل آهي. منهنجا هيءُ پٽڙا آهن سو ڏنگڙا ۽ جلدي ڪاوڙجندڙ پر آهن ڏاڍا دماغ، عقل ۽ اُمنگ وارا. وري ايياسي بہ ڏاڍا آهن، لکڻ کان گهڻو پڙهن. مست ملنگ موهن ڪلپنا ڏسو يا گياني گنيير گنو سامتاڻي ڏسو؛ فيلسوف لعل پشپ ڏسو يا ڪٽيٽيو وشنو ڀاٽيہ ڏسو؛ اندر جي اوڪ-



ٻوڪ ڪندڙ انند کيماڻي ڏسو يا آتما جا سنبنڌ ڳولهيندڙ پرم ڏسو. سڀ توهان کي وڻندا. هريش ۽ ايشور چندر جون شخصيتون بہ توهانکي پر ڪشش لڳنديون. هيءُ مڙيئي پٽڙا آهن ڪهاڻي لکڻ ۾ ڪاريگر ۽ عقل وارا آلوچڪ.

نئين پيڙهيءَ جو وستار ڪافي وڏو آهي، ان ڪري اُن کي اتي بند ٿي ڪريان.

منهنجا سانتيڪا سيوڪ آهن اُهي ماهر ڪوجنيڪ جي بنا ڪنهن ھُلَ هلاچي ڪوجنا جي کيتر ۾ پيا ٿا ڪاريہ ڪن. ان حوالي ۾ ڊاڪٽر خوبچنداڻي، ڊاڪٽر ستيش روهڙا، ڊاڪٽر مرلي ڌر جيٽلي، ڏاسواڻي، ڊاڪٽر نارايڻ سامتاڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. ان کيتر ۾ ڪي بزرگ بہ لڳا پيا آهن؛ جن ۾ مکيہ آهن جيرامداس دولترام ۽ گ نگارام سمرات.

هندستان ۾ اچي منهنجين ڌيئرن بہ چڱو پاڻ ملهايو آهي. پوپٽي هيراننداڻي، سندري اُتمچنداڻي، تارا ميرچنداڻي، ريٽا شهاڻي، ايشوري جوتواڻي، ڪلا پرڪاش، گوپي موٽواڻي، مايا راهي، وغيره منهنجيون اُهي ڌيئر آهن جن مايڙيءَ جي چڱي سيوا ڪئي آهي. انهن ۾ ڦاٽوڙو

دهلُ ۽ بنسري ٻڌي آهي پوپٽي، جا نه ڪنهن مان ٽري ۽ نه ڪنهن ڪان ٻڌجي؛ وري قلم جي نوڪ اٽس اهڙي ٽڪي جو لکي نَٽي، جڻ وَڏي ٽي. سڀاجهي ڏيءُ اٽم سندري. هيءَ ڏيگڙي لکي اهڙو ڀاونا ڀريو جو پڙهندڙ جي دل ئي پگهرجيو وڃي. تارا به منهنجي دل سان سيوا ڪئي آهي.

منهنجيون هيءُ مڙيئي ڀچڙيون، گهڻي ڀاڱي لکن ڪهاڻيون، ڪڏهن ڪڏهن ناول ۽ ناٽڪ به لکيو وٺن. پوپٽيءَ ته سٺا مضمون به لکيا آهن.

اخبارون ۽ رسالا ته ايترا آهن جو ڇا ٻڌايانوَ ؟ اصل ڏم لڳي پئي آهي. 'هندستان'، 'هندواسي'، 'ڀارتواسي'، 'سندوڏارا' وغيره ۾ خبرن جا خزانا آهن. 'نئين دنيا'، ڪونج'، 'پرهه ڦٽي'، ساهت ڌارا'، 'رابيل'، 'نئين زندگي'، 'آڪاڻي'، سندو' وغيره ۾ ساهتيه جا ڀنڊار ڀريل آهن. 'هندستان ساهتيه مالا'، 'ڪهاڻي پبليڪيشن'، 'سرگم ساهتيه' 'ڀارت جيون'، 'اجنتا ساهتيه مالا'، 'نئين دنيا پبليڪيشن'، 'لوڪ ساهتيه پرڪاشن'



وغيره اهڙيون سنستائون آهن جي ڪتاب ڇپائي ساهتيه جي نرماڻ جو ڪاريه ڪري رهيون آهن.

جدا جدا هنڌن تي ساهتڪ سڀائون قائم آهن جي مون مائٽڙيءَ جي سيوا ۾ مگن آهن.

هيتري وستار جو مطلب اهو ئي آهي ته منهنجيءَ سپاتر سنتان منهنجي سيوا ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو آهي. منهنجن ٻچڙن مرد ملاح بڻجي، ٻوليءَ جي ٻيڙيءَ کي سير مان ڪڍِي اچي ساحل تي رسايو آهي. اهڙو لائق اولاد ڏسي مون ماءُ جو اندر ٺو ٺري. اهڙي سپاتر سنتان سبب مونکي جو فخر جو احساس ٿو ٿئي ان جو ڪهڙو بيان ڪريان ؟ بيان جي ضرورت به ڪهڙي آهي ؟ مونکي ڀروسو آهي ته منهنجا ٻچڙا بنا چوڻ جي به مايڙيءَ جي من جا ڀاوَ سمجهي ويندا.

## پيارا ٻچڙا،

سدائين سکي هجو. باغ بهار هجو. ٻچڙا، توهان سان حال اورڻ گهڻوئي عرصو ٿي ويو. منهنجي يادگيري گهٽجي وئي آهي. تہ بہ سمجهان ٿي تہ ٽيهارو سال تہ ٿي ويا هوندا جو توهان کي پنهنجيءَ زندگيءَ جو احوال ڏنو هوم. هنن ٽيهن سالن ۾ گهڻو ڪجهہ ٿي گذريو آهي پر هڪڙيءَ ڳالهہ جي خوشي اٿم تہ مان اڃا جيئري آهيان! اڳي کان اڳري ڀلي نہ هجان پوءِ بہ مري نہ وئي آهيان. اڃا هلنديءَ هلان پيئي ٿي.

ها، هنن ٽيهارو سالن ۾ منهنجا گهڻائي ٻچڙا مايڙيءَ جي گود خالي ڪري هليا ويا آهن. وڻ کهاڙي جي کهاٽي ڀڏائيندڙ منهنجو ديش ڀڳت ٻچڙو دکايل هليو ويو. گيت غزل ٺاهيندڙ منهنجو پيارو پٽڙو هري دلگير بہ نہ رهيو. فلاسافر پٽڙو پرم ابيچنداڻي بہ راهہ رباني وٺي ويو؛ پر سيني کان وڏيڪ دک اٿم پنهنجي ڏيئڙي پوپٽڙيءَ جو جيڪا موت سان سالن تائين وڙهندي رهي، اُها بہ هن ماءُ جي هنج سڃي ڪري هلي وئي.



پر هڪ ڳالهہ جي خوشي اٿم تہ هنن ٽيهن سالن ۾ منهنجن نون ٻچڙن ٻچڙين اچي ماءُ جي گود ڀري آهي. سڀاجهڙي ومي سدارنگاڻي، گلي سدارنگاڻيءَ جي خاندان مان آهي. ڏاڍيون سٺيون ڪوتائون ٿي لکي. سٺيون ڪوتائون لکڻ واري اندور جي شاعرا رشمي بہ منهنجي سدوري ٻچڙي آهي. ائين تہ ٻيون بہ گهڻيئي شاعرائون ليکڪائون آهن جن هن عرصي ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو آهي ۽ مايڙيءَ جو منهن مٿي ڪيو آهي. انهن مان ڪي آهن ريٽا شهاڻي، ڪَمَلا گوڪلاڻي، اندرا واسواڻي، ديا لعلچنداڻي، ديوي ناگراڻي وغيره. ائين اندرا شبنم هنن ننڍڙين ٻالڪائون کان وڏي آهي پر ڪوتائون بہ لکي، ليک بہ لکي. سنڌيءَ ۾ بہ لکي تہ اردوءَ ۾ بہ قلم هلائي. ٻيون بہ منهنجيون ٻچڙيون هن دور ۾ اڀري آيون آهن جيئن مينا ڪرمچنداڻي، ديا جشناڻي، جيا جادواڻي وغيره. توهان کي ڪيترا نالا ٻڌايان ؟

توهان سوچيندا تہ مان رڳو پنهنجين ڏيئرن جي

ساراهہ ۾ اچي پيئي آهيان. ها، اها ڳالهہ سچي آهي. ڏيئر ماءُ جون حال پاياٽيون ٿينديون آهن. پر نہ، منهنجا پٽڙا بہ هن عرصي ۾ چڱو ڪنڊ متي ڪٽي هلڻ جهڙا ٿيا آهن. ڍولڻ ۽ ڪيمن تہ وڏڙا پٽ اٿم پر جوانن ۾ بہ شريڪانت صدف، موهن همٿاڻي، هريش ڪرمچنداڻي ۽ ٻيا ڪيترا آهن.

هنن ٽيهن سالن ۾ منهنجا ٽيهہ کن ٻچڙا ساهتيہ اڪادميءَ جو وڏو انعام حاصل ڪري آيا آهن. ڪن جا نالا تہ اول ٻڌائي چڪي آهيان ٻيا جيڪي ياد پونم ٿا، اهي آهن گوبند مالهي، ايڇ.آئي. سدارنگاڻي، هري دلگير، پوپٽي هيرانندڻي، موهن ڪلپنا، هريڪانت جيٺواڻي، هري موٽواڻي، ايشور آنچل، پرم ابيچنداڻي ارجن شاد پريو وفا ۽ ڪرشن راهي اهي تہ رب جي راهہ وٺي ويا پر اڃا لعل پشپ، لڪشمڻ ڀاٽيا، ڪرشن ڪٽواڻي، ارجن حاسد، سندري اتمچنداڻي، هريش واسواڻي، موتي پرڪاش، ايم.ڪمل، گوورڌن ڀارتي، تارا ميرچنداڻي، ڪلان پرڪاش، لڪمي ڪلاڻي، شيام



جئسنگهاڻي، واسديو موهي، پريم پرڪاش، هري همٿاڻي، هيرو ٺڪر، ستيش روهڙا، ڍولڻ راهي ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي مايڙيءَ جي گود ڀري وينا آهن.

اڙي! مان بہ ڪهڙي ويساري آهيان. توهان کي وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ تہ ٻڌايم ئي ڪانہ. اڄ ۾ مان سنڌ جي ٻچڙن کي ڏسڻ لاءِ سڪندي هئس هاڻي اهي بہ هند ۾ اچڻ لڳا آهن. سنڌ تہ منهنجن لائق ٻچڙن سان ڀري پيئي آهي. ڪهڙا نالا ڪٽي ڪهڙا ڪٽا. اياز گل بہ آهي تہ امداد حسيني بہ آهي. قمر شهباز بہ آهي تہ حميد سنڌي بہ آهي. جيڪو پاڻ کي سڏائيندو ئي سنڌي آهي. منصور ملڪ بہ آهي تہ تاج جويو بہ آهي، شوڪت شورو بہ آهي تہ رڪيل مورائي بہ آهي. توهانکي ڪيترا نالا ٻڌايان ؟ نہ ائين نہ سمجهو تہ منهنجيون ٻچڙيون آهن ئي ڪونہ. مهتابي منهن واري مهتاب محبوب آهي، زرينا بلوچ بہ آهي. دماغ جي ڪوٽ ڪوٽان ڪرڻ واري فهيدا حسين بہ آهي تہ شاعري ڪرڻ واري پشپا ولڀ ۽ انقلابڻ عطيا دائود بہ آهي. منهنجي فلاسافر ٻچڙي امر

سنڌو بہ آهي.

سچ تہ هاڻي تہ منهنجو اولاد ايترو وڏي ويو آهي جومنهنجي ڳڻپ کان ئي ٻاهر آهي. هند-سنڌ جا منهنجا ٻچڙا هڪ ٻئي سان گڏجن ٿا تہ منهنجي دل مان دعائون ٿيون نڪرن تہ شل وڌو ويجهو ۽ سدائين خوش رهو.



## امڙ جي آسيس ۽ هدايت

منهنجا ٻچڙا، مون توهان کي پنهنجي آتم ڪٿا ٻڌائي پوري ڪئي. توهان جنهن سبر سان اهو سڀ ٻڌو ان لاءِ توهان کي آفرين هجي.

هن ڪهاڻي ٻڌڻ سان توهان کي پنهنجيءَ ماءُ-سنڌي ٻوليءَ جي بُڻ بُنياد، گڏن، لپيءَ، ۽ ساهتيہ بابت چڱي ڄاڻ پئي هوندي.

توهان جهڙو لائق ۽ سپاتر اولاد پائي آءٌ پاڻ کي ڀاڳوارو پئي سمجهان. توهان جيڪا منهنجي سيوا ڪئي آهي ان لاءِ منهنجي رڳ رڳ توهان کي اها آسيس ٿي ڪري تہ شل سدائين سکي هجو، سدائين شاد ۽ آباد هجو.

هاڻي باقي هڪڙو حرف هدايت جو. آءٌ ڄاڻان ٿي تہ توهين پنهنجيءَ ماءُ ٻوليءَ تي ڪک پيو بہ نہ سهندا، پر ٻچڙا، وقت جو ويري سدائين ڪان ڪشيو پيو گهمي، جيڪو غافل ٿيندو سو ضرور سندس تير جو نشان ٿيندو. ان ڪري ماءُ جي پالهہ مجي سدائين سجاڳ رهو. پائر

پاڻ ۾ ڪير ڪنڊ تي رهو، جو ٻل آهي ٻڌيءَ ۾. جي جوڙارو
اٿو تيندا تہ جاتيءَ جي جان جوڪي ۾ پوندي ۽ جي جاتي
ئي نہ رهي تہ ٻولي ڪٿان رهندي ؟ ان ڪري سدائين
جهونگاريندا رهو -

سنڌي آهيان.

سنڌيِ رهندس

سنڌي منهنجي ٻولي

ڪيئن وساريان تنهن کي

جنهن ۾ ماءُ ڏني ٿڃ لوليِ

ڇڱو ٻچڙا، شل جڙيا رهو جهان ۾ ۽

ونگو ٿڻيوَ نہ وار.

توهانجي جيجل ماءُ

سنڌي ٻولي